


محترم سائين جي.ايم سيد




سنڌوديش روووليوشنري آرمي جو
ترجمان
# مزاحمت
Mouthpiece Magazine of
Sindhudesh Revolutionary Army

# سنڌ ۽ بلوچستان جي مزاحمتي قومي قيادت




## اندر پڙهندا:




www.nationalvoiceofsindhudesh.com


@SRA_Sindh


@SRA_Sindh




محترم سائين جي.ايم سيد




سنڌوديش رووليوشنري آرمي جو ترجمان

سلسليوار

# مزاحمت

Mouthpiece of Sindhudesh Revolutionary Army

شمارو پهريون سيپٽمبر 2023

## فهرست



چيف ايڊيٽر

سوڍو سنڌي

ايڊيٽوريل بورڊ

هوش محمد سنڌي

دراوڙ سنڌيار

ڪامريڊ حيدر بخش

دودو آريسر

رابطي لاءِ

ٽيليگرام : @SRA_Sindh

ٽئيٽر (X) : @SRA_Sindh

ويبسائيٽ :

www.nationalvoiceofsindhudesh.com

مزاحمت پبليڪيشن

نشر و اشاعت شعبو

سنڌوديش رووليوشنري آرمي

# اداريو

سنڌوديش انقلابي فوج (سنڌوديش رووليوشنري آرمي) جو پهريون ترجمان رسالو مُزاحمت اوهانجي هٿن ۾ آهي.
سنڌ جي حوالي سان هيءُ ڪنهن بہ گوريلا تنظيم جو پهريون مئگزين آهي. جيڪو تنظيم جي سياسي شعبي پاران سنڌ جي نوجوانن تائين تنظيم جو سِڌيءَ ريت پنهنجو قومي ، سياسي ۽ انقلابي موقف ۽ مواد پهچائڻ جو ذريعو بڻبو.

تيز رفتار دُنيا جي هن جديد سائنسي ۽ ڪميونيڪيشن ٽيڪنالاجيءَ جي دور ۾ هِڪ جديد گوريلا تنظيم جي نشر و اشاعت ۽ پنهنجي انقلابي پيغام کي سِڌيءَ ريت سنڌي قوم ۽ سنڌي نوجوانن تائين پهچائڻ جا جيڪي بہ ذريعا ۽ طريقا ٿي سگهن ٿا ، هيءُ رسالو سنڌي ماڻهن ۾ قومي مُزاحمت جي حق ۾ سازگار ماحول ۽ راءِ عامہ جوڙڻ ۾ پنهنجي عوامي مهم (موبلائيزيشن) لاءِ اڳيون مورچو بڻبو.
هِن رسالي لاءِ مزاحمت نالي جي چُونڊ انڪري ڪئي وئي آهي تہ مزاحمت جي معنيٰ آهي سنڌ مٿان حملي ۽ قبضي آور پنجاب سامراج خلاف پنهنجي دفاعي مزاحمتي جنگ وڙهڻ .
سنڌ جنهن ڌارئي حملي ۽ قبضي هيٺ آهي، اُن سموري صورتحال ۾ قومي غُلاميءَ جي ڏُھڻ مان نڪرڻ لاءِ سنڌين کي پڻ پنهنجي وطن ، قوم ۽ قومي وجود جي زندگيء ۽ موت جي جنگ وڙهڻ لاءِ اُنهيء سطح جي مُزاحمتي ويڙهہ وڙهي پنهنجو وطن آزاد ڪرائڻو پوندو. هيءِ رسالو اُنهيء ويڙهہ جي ترجماني ڪندو.
ايس آر اي جو ترجمان رسالو مُزاحمت نہ صرف مجموعي طور سنڌ وطن مٿان ٿيندڙ ڌارئي يلغارن ۽ نفسياتي حملن خلاف هِڪ قومي محاذ بڻجي وڙهندو پر خصوصي طور سائين جي ايم سيد جي قومي فڪر, سنڌوديش جي آزادي جي تحريڪ ۽ مُزاحمتي جدوجهد مٿان رياستي ايجنسين ۽ ان جي هَٿڪنڊن جي ٿيندڙ مسلسل نفيساتي حملن خلاف پڻ پنهنجي قومي مزاحمتي نقطۂ نظر سان مهاڏو اٽڪائي وڙهڻ جو مضبوط مورچو بڻبو.
پهرئين مرحلي ۾ مُزاحمت مئگزين کي سافٽ ڪاپي فارميٽ ۾ آن لائين ئي ڪڍي رهيا آهيون, اڳتي هلي هِن مئگزين کي هارڊ ڪاپي فارميٽ يا پرنٽيڊ فارم ۾ پڻ آڻڻ جي ڪوشش ڪنداسين.
هيءِ رسالو صرف عام رواجي رسالو ناهي پر هيء سنڌ جي هزارين سالن جي مُزاحمتي جنگ جي تسلسل ۽ وطن جي ويڙهہ جو پيغام آهي، جنهن کي سوشل ميڊيا جي سمورن ذريعن سميت سنڌ جي هر ڳوٺ ڳوٺ پهچائڻ ۽ هِن پيغام کي جهر جهنگ پُهچائڻ هَر وطن پرست سنڌيء جو قومي فرض آهي.

**جنگ جاري رهي ....**

# ايس.آر.اي چيف ڪمانڊر سيد اصغر شاهه جو خصوصي انٽرويو

## انٽرويو ڪندڙ: مُزاحمت سَٽ

## پروفائيل:

[ سيد اصغر شاهه جو جنم 1- اپريل 1971ع ۾ ضلعي لاڙڪاڻي جي ننڍڙي ڳوٺ ڇَتو واهڻ ۾ هاري گهراڻي جي سينئر قومي ڪارڪُنَ سيد غلام مُصطفيٰ شاهه جي گهر ۾ ٿيو. پاڻ پنهنجي بُنيادي تعليم سنڌي چار درجا پَر واري ڳوٺ احمد ميتلا ۾ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ حيدرآباد منتقل ٿي ويو. جتي گورنمينٽ پرائمري اسڪول ڪاري موري حيدرآباد مان سال 1981ع ۾ پنجون ڪلاس پاس ڪيائين. پاڻ سيڪنڊري تعليم(ميٽرڪ) سال 1986ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدر آباد ، هائير سيڪنڊري تعليم(انٽر) پري انجنيئرنگ سال 1988ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪاري موري حيدر آباد ۽ پوليٽيڪل سائنس ۾ گريجوئيشن سال 1991ع ۾ گورنمينٽ اسلاميه ڊگري ڪاليج بدين مان پاس ڪيائين. پاڻ پيشي جي حوالي سان ڄامشورو پاور هائوس ۾ بطور ٽيڪنيشن ڊيوٽي ڪندو رهيو. پاڻ پنهنجي سياسي جدوجهد جي شروعات 1986ع کان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريش(جساف) گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪاري موري حيدرآباد کان ڪيائين. جتي به سال جساف يونٽ آرگنائيزر رهيو. پاڻ 1989.90ع ۾ به سال جساف اسلاميه ڊگري ڪاليج بدين جو جنرل سيڪريٽري ۽ صدر رهيو. پاڻ پنهنجي شاگردي واري دور 1990ع کان وٺي مُزاحمتي سوچ ، فِردن ۽ تنظيمن سان لاڳاپيل رهيو.
پاڻ 1991ع کان 1993ع تائين ٽي سال قومي تحريڪ ۾ اُن وقت جي مَتر پارٽي جيئي سنڌ محاذ جي ذيلي تنظيم سنڌي پورهيت سنگت يونٽ ڄامشورو پاور هائوس جو جنرل سيڪريٽري ، صدر ۽ اُن ڪانپوءِ ضلعي صدر رهيو. جنوري 1994ع ۾ شفيع محمد برفت ۽ سيد اصغر شاهه ٻين دوستن ۽ دانشورن سان گڏجي جيئي سنڌ انقلابي تنظيم جو بنياد رکيو. جنهن تنظيم جو سيد اصغر شاهه 25 اپريل 1995ع ۾ سائين جي ايم سيد جي وفات ، جيئي سنڌ جي مختلف پارٽين جي انضمام ۽ جيئي سنڌ قومي محاذ(جسقم) جي نهڻ تائين مرڪزي تنظيمي سيڪريٽري رهيو. پاڻ 1996ع کان 2000ع تائين تقريبن پنج سال جسقم ضلعي حيدر آباد جي آرگنائيزنگ ڪاميٽي جو ميمبر ۽ ضلعي صدر رهيو. جڏهن نومبر 2000ع ۾ جيئي سنڌ متحدا محاذ(جسمم) جو بُنياد رکيو ويو ته سيد اصغر شاهه پاڻ اُن جو باني اڳواڻ رهيو. 2000ع کان وٺي 2010ع تائين پورا 10- سال جسمم ۾ مرڪزي جوائينٽ سيڪريٽري ، جنرل سيڪريٽري ۽ سينئر وائيس چيئرمين جي عهدن تي رهيو. پاڻ جسمم ۾ هجڻ دوران 2004ع کان وٺي 2005ع تائين روپوش رهيو. اُنهيءَ روپوشي دوران ئي مرڪزي جنرل سيڪريٽري جي حيثيت ۾ 20 فيبروري 2005ع تي اختر ڪالوني ڪراچيءَ مان پاڪستاني آرميءَ جي ڳُجهن ادارن هٿان پنهنجي ٻن

دوستن سميت کنيي گم ڪيو ويو. پاڻ لڳ ڀڳ هڪ مهينو ڪراچي ۽ حيدر آباد ڇانوڻين ۾ آءِ ايس آءِ ۽ ايم آءِ جي ٽارچر سيلن ۾ رهيو. جتي مٿس سخت جسماني ۽ ذهني تشدد ڪيو ويو. جنهن ڪانپوءِ آءِ جي سنڌ پوليس ڪان پريس ڪانفرنس ڪرائي جسمر جي ٻين دوستن سميت ملڪ دشمني ، دهشتگردي ۽ انڊيا سان تعلقات هُجڻ وارن ڇهن مختلف ڪيسن ۾ گرفتاري ظاهر ڪري سينٽرل جيل حيدر آباد موڪليو ويو. سيد اصغر شاهه جو جيل اندر ڇئن سالن تائين اِن سائيڊ ٽرائيل هلندو رهيو. جيل اندر به پاڪستاني ايجنسين جي ڇوڻ تي ڪيس ڪي شروعاتي هڪ سال انتهائي نظرداري وارن سِيل ۽ بند واردن ۾ رکيو ويو. پاڻ اڃان جيل ۾ ئي هو ته 31- ڊسمبر 2007ع تي سندس والد ۽ مُزاحمتي سفر جو ساٿي سيد غلام مُصطفيٰ شاهه وفات ڪري ويو. پاڻ پنهنجي قيد دوران ڪڏهن به پاڪستاني ڪورٽن کي زمانت جي درخواست نه ڏني. بلڪه سائين جي ايم سيد جي عدالتي بيان ڪانپوءِ سيد اصغر شاهه ئي قومي تحريڪ جو اڳواڻ آهي جنهن ڪورٽن ۾ ججن جي سامهون سنڌوديش جي آزاديءَ جو اِقرار ۽ پاڪستان ڪان اِنڪار جو لِکت ۾ عدالتي بيان تيار ڪري پڙهيو ۽ ڪورٽ ۾ جمع ڪرايو ته ڀلي مون کي سنڌوديش جي آزاديءَ لاءِ ڪيل جدوجهد ۾ ڦاسيءَ جي سزا ڏيو ، مان تيار آهيان. پر پاڪستاني ڪوڙي ڪورٽن سگهه نه سمجهندي سندس مٿان هلندڙ ڪيس ختم ڪري 4- جنوري 2009ع تي آزاد ڪري ڇڏيو. پاڻ جيل مان آزاد ٿيڻ ڪانپوءِ جسمر کي هڪ دفعو ٻيهر ري- آرگنائيز ڪرڻ لاءِ سڄي سنڌ جا دورا ڪيائين. اِن دوران پارٽي ۽ اُن جي چيئرمين سان سياسي ، نظرياتي ۽ حڪمت عملين جي اصولي موقف ۽ بنياد تي تقريبن پورا به سال پارٽي ادارن اندر ويڙهاند ڪندو رهيو ته جيئن پارٽيءَ کي موقعي پرستيءَ جي شڪار ٿيڻ ڪان بچائي سگهجي. پر اڳيان "نيت کوٽي، عُزرَ گهڻا" سبب بِنا ڪنهن ميڊيا ۾ هُل بَڪيڙي جي خاموشيءَ سان الڳ ٿي پنهنجي پُراڻن- نون ساٿين سان گڏجي وري نئين سر سياسي- مُزاحمتي صِفبندي ڪيائين. جنهن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڪيترن ئي انقلابي ساٿين سان گڏجي ڊسمبر 2010ع ۾ ايس آر اي جا بُنياد رکيائين ۽ اُن جو سربراهه بنيو. سيد اصغر شاهه سال 2010ع ڪان وني اندر گرائونڊ تنظيمي نالي شاهه عنايت ۽ سال 2012ع ڪان عملي طور تنظيم جي نالي سان ڪاروايون جاري رکندڙ تنظيم ايس آر اي جي ڪمانڊ سنڀاليندو آيو آهي.

ايس آر اي چيف ڪمانڊر سيد اصغر شاهه جي انقلابي ڪمانڊ ۾ گذريل 12- سالن ڪان پاڪستاني فورسز ، ڌاري آبادڪاري ، چائنيز ، مذهبي اِنتهاپسند تنظيمن ۽ پنجاب ويندڙ سپلاءِ لائينن تي حملا جاري رکندي پئي اچي. هيٺ ايس آر اي پاران نِڪرندڙ پهرين ترجمان رسالي مُزاحمت ۾ سندس انٽرويو پڙهندڙن لاءِ پيش ڪجي ٿو. ]

(ادارو)

**مزاحمت سَٿ:** توهان پنهنجي سياسي ۽ مُزاحمتي سفر جي شروعات ڪڏهن ۽ ڪٿان ڪئي؟

**سيد اصغر شاهه:** ڪنهن به سماج جون معروضي ، سياسي ۽ معاشي حالتون ئي توهان جي ذهن ، شعور ۽ جدوجهد جو تعين ڪنديون آهن. منهنجو تعلق بنيادي طور تي هڪ غريب هاري گهراڻي سان آهي. 80 جي ڏهاڪي ۾ آئون پنهنجي پڙهائي جي سلسلي ۾ ڏوڪري تعلقي(ضلعو لاڙڪاڻو)

حملا جاري هئا. علائقن ، پاڙن ، روڊن ، رستن ، چونڪن ۽ چوراهن تي چچريل ۽ بيحرمتي ٿيل لاش پيل هوندا هئا ۽ نه ڪٽندڙ ڪرفيو جا ڏينهن هوندا هئا.

جڏهن ته ڪجه سال پهريان ئي پنجاب سامراج پنهنجي ننگي جارحيت ۽ بيحيائي سان ظاهر تي ضياءَ رجيم جي نالي ۾ جمهوريت جي بحالي واري تحريڪ (MRD) جي آڙ وني سنڌ جي ڳوٺن ۽

> آئون پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي بُنياد تي چوان ٿو ته دنيا ۾ ڪو به اهڙو انقلاب نه آهي ، جيڪو هٿيار بند ويڙهه ڪان سواءِ آيو هجي. دنيا ۾ جيترا به انقلاب آيا آهن ، اُهو ڪيوبا جو انقلاب هُجي ، ڪوريا جو انقلاب هُجي ، ويٽنام ، لائوس يا ڪمبوچيا جو انقلاب هُجي ، اُهي سڀ اِنقلاب هٿيار بند جدوجهد ذريعي آيا آهن. جن به قومن هٿيار بند جنگ ڪان سواءِ انقلاب آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ، اُنهن کي به اڳي يا پوءِ هٿيار کڻڻا پيا آهن. اوير تيمور وارن کي به هٿيار کڻڻا پيا ۽ بنگلا ديش وارن کي به هٿيار کڻڻا پيا . هٿيار اڳ کڻو يا پوءِ کڻو ، هَٿيارَ توهان کي هر حال ۾ کڻڻا آهن. ڇو ته سواءِ هٿيار بند جنگ جي انقلاب مڪمل ناهي ٿيندو.
>
> ڀٽائيءَ چيو آهي ته:
>
> جا نينهن ڳَنهدي نانءُ
>
> سا مُون جيئَن پَوندي مامري.
>
> جيڪو انقلاب جو نالو کڻندو ، اُن کي مامري ۾ پوڻو ئي پوندو. جنهن کي مامري ۾ ناهي پوڻو ، اُهو انقلاب جي دعوا ئي نه ڪري.

جي ننڍڙي ڳوٺ مان شفٽ ٿي حيدرآباد آيس ته هن شهر جو ماحول ۽ دنيا ئي ٻي هئي. شهر جي گهڻن تعليمي ادارن ۾ پاڪستاني فوج پاران جوڙيل تنظيم نيو سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (NSSO) جو قبضو هو. سنڌي شاگردن تي حملا ، فائرنگ ، اغوا ۽ تذليل جا واقعا روز جو معمول بڻيل هئا. ٻي طرف نَسلي ، لِساني ۽ شائونسٽ مهاجر - سنڌي سوچ ۽ سياست جي ٻاهه ٻريل هئي. سنڌي علائقن ، پاڙن ۽ ماڻهن تي نَسلي ، لِساني ۽ شائونسٽ مهاجر تنظيمن جا خونخوار ۽ موتمار

شهرن تي بمبارمينٽ ڪري سنڌي عوام جو قتلِ عام (Genocide) ڪري چڪو هو.

ظاهر آهي ته پنجابين جي اِهڙي ننگي جارحيت ، نَسلي ، لِساني ۽ شائونسٽ مهاجر دهشتگردي ۽ تعليمي ادارن ۾ NSSO جي غنڊاگرديءَ جا اثر سڄي سنڌ وانگر مون تي به پيا.

ائين ئي آئون باضابطه طور 1986ع کان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (JSSF) ۽ قومي تحريڪ ۾ اُن وقت جي مَڌر پارٽي جيئي سنڌ محاذ جي ذيلي تنظيم سنڌي پورهيت سنگت ۾ سياسي جدوجهد ۽

1990ع ۾ مُزاحمتي جدوجهد جو حصو بڻيس. جيڪا جدوجهد اُن ڏينهن کان وٺي اڄوڪي ڏينهن تائين وِجَهن تان نه فَرَقُ ، رُڪَ وَهنديءَ راند ۾ جاري و ساري آهي.

اِها ٻي ڳالھ آهي ته اسان جا اُهي سابقه سياسي ۽ مُزاحمتي اڳواڻ يا سينئر پاڙ جا ترا نِڪتا. جيڪي فِڪري ۽ عملي موقعي پرستيءَ جو شڪار ٿي سائين جي ايم سيد جي آدرشي ۽ مُقدس آزاديءَ واري سياست تان ئي هٿ کڻي ويا. پر اسان کي پوئين وَير به وِڙهُ ، وَيرئُن سان وُجود جي پنهنجي پوري سچائي ، ايمانداري ۽ توانائيءَ سان هلڻو آهي ۽ وڙهڻو آهي. يقينن فتح سنڌي عوام ۽ اسان جي ٿيڻي آهي.

**مزاحمت سَت:** SRA جا بُنياد ڪڏهن ۽ ڪيئن پيا؟

**سيد اصغر شاھ:**



آئون پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي بُنياد تي چوان ٿو ته دنيا ۾ ڪو به اهڙو انقلاب نه آهي ، جيڪو هٿيار بند ويڙهہ کان سواءِ آيو هجي. دنيا ۾ جيترا به انقلاب آيا آهن ، اُهو ڪيوبا جو انقلاب هُجي ، ڪوريا جو انقلاب هُجي ، ويٽنام ، لائوس يا ڪمپوچيا جو انقلاب هُجي ، اُهي سڀ اِنقلابَ هٿيار بند جدوجهد ذريعي آيا آهن.

جن به قومن هٿيار بند جنگ کان سواءِ انقلاب آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ، اُنهن کي به اڳي يا پوءِ هٿيار کڻڻا پيا آهن. اوير تيمور وارن کي به هٿيار کڻڻا پيا ۽ بنگلا ديش وارن کي به هٿيار کڻڻا پيا. هٿيار اڳ کڻو يا پوءِ کڻو ، هَٿيارَ توهان کي هر حال ۾ کڻڻا آهن. جو ته سواءِ هٿيار بند جنگ جي انقلاب مڪمل ناهي ٿيندو.

پٺائيءَ چيو آهي ته:

جا نِينهن ڳنهدي نانءُ

سا مُون جيئن پَوندي مامري.

جيڪو انقلاب جو نالو کڻندو ، اُن کي مامري ۾ پوڻو ئي پوندو. جنهن کي مامري ۾ ناهي پوڻو ، اُهو انقلاب جي دعوا ئي نه ڪري.

مختلف رپورٽون ۽ تجزيا آهن ته ويجهو ماضي ۾ اوير تيمور وارا جيڪڏهن هٿيار بند جنگ وڙهي آزادي وٺن هان ته شايد اُنهن جو ايترو نقصان نہ ٿئي هان ، جيترو نقصان اُنهن جو بعد ۾ ٿيو. تباهي ته هر حال ۾ ٿيندي آهي. بنا تباهيءَ جي جنگ نه ڪٽي سگهبي آهي نه وڙهي سگهبي آهي. پر جيڪي قومون وڙهي آزادي وٺنديون آهن ، اُنهن جو نقصان 60 يا 70 سيڪڙو ٿيندو آهي جڏهن ته اوير تيمور وارن جي تباهي 90 سيڪڙو کان به وڌيڪ ٿي هئي. جو ته اُنهن انقلاب کان اڳ هٿيار بند جنگ جي تياري نه ڪئي هئي ، بعد ۾ ڪئي هئي ۽ اُن وقت تائين دشمن هنن جا 90 سيڪڙو وسيلا تباھ ڪري ڇڏيا هئا. ساڳي صورتحال بنگلا ديش جي هئي. بنگلا ديش وارا جيڪڏهن وڙهي آزادي وٺڻ جو فيصلو ڪن هان ، وقت کان اڳ هٿياربند جنگ جي تياري ڪن هان ته اُنهن جا 30

لک ماڻهون نه مارجن هان ۽ نه ئي 3 لک عورتن
جو ريپ ٿئي هان. بنگالين هٿيار بند جنگ جو
فيصلو دير سان ڪيو هو بلڪه اُن وقت ڪيو هو ، جڏهن پنجابي فوجون اُنهن جو قتلِ عام شروع
ڪري چُڪيون هيون. اسان نٿا چاهيون ته سنڌ ۾
به اهڙيون حالتون پيدا ٿين. جو ته سنڌي ماڻهون ٻه هَٿين خالي ۽ بي يارو مددگار آهن.

اِنڪري اسان چاهيون ٿا ته پنهنجن ماڻهن کي
هٿيار بند ڪيون.
هن وقت صورتحال اِها آهي ته پنجاب سامراج
اسان جي وطن ۽ سمورن وسيلن تي قابض ٿي
چڪو آهي. سنڌ جي جاگرافي ، قومي وجود ، تاريخ
، سمنڊ ، درياه ، ٻيلا ، زرخيز زمينون ، جبل ، معدني وسيلا پوري ريت پنجاب جي قبضي ۾
آهن. دشمن جڏهن ۽ جنهن وقت چاهي ٿو اسان جي
وسيلن کي نيلام ڪرڻ جا واڪ هڻي ٿو. ڪڏهن
جبلن کي نيلام ڪري ٿو ، ڪڏهن بندرگاهن جا
واڪ لڳن ٿا تہ ڪڏهن سنڌ جي جزيرن کي ڪپائڻ
جون ڳالهيون ٿين ٿيون. ڇا اسان بحيثيت قوم
جي اهو سمجهون ٿا ته قبضي هيٺ آيل اسان جو
وطن ۽ سمورا وسيلا دشمن اسان کي آسانيءَ سان
موٽائي ڏيندو؟ ۽ بغير مُزاحمت ڪرڻ جي صرف
اسان جي مطالبن تي هِتان پُرامن طور نڪري
ويندو؟ نه قطعي نه . تيل، گيس جا هي کوهَ ، ٿر
۾ ملندڙ ڪربن روپين جو ڪوئلو ۽ ناياب پٿرن
جون هي کاڻيون دشمن مُئي مارائي کان سواءِ
ڪڏهن به نه ڇڏيندو. اِن لاءِ اسان کي هڪ
خطرناڪ ۽ خونريز جنگ مان گُذرڻو پوندو. جنهن
جنگ جي تياري اسان ۽ توهان کي ڪرڻي آهي.
اِنڪري سنڌ جي بهادر ۽ سرفروش پُٽن اِهو فيصلو
ڪيو ته وطن جي آزاديءَ لاءِ سِرَن سان ڪفن ٻڌي
نڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي ۽ اُن فيصلي تحت
ڊسمبر 2010ع ۾ SRA جا بُنياد وڌا ويا.
متي آئون ذڪر ڪري آيو آهيان ته منهنجي 1990ع
کان وٺي مُزاحمت سان وابستگي رهي آهي. تاريخ
جو رڪارڊ دُرست رکڻ لاءِ اُن سڄي عرصي تي
ڪڏهن ٻئي دفعي گفتگو ڪبي. پر هِتي آئون
ايترو ضرور چوندس ته اُن وقت جِن سان گڏجي
ڪم ڪيو ، اُنهن مان هڪڙا سنڌوديش تان ٿي هٿ
کڻي پڪا پاڪستاني ٿي ويا ، ٻين خوف ، ذاتي
خواهشن ۽ داخليت پسنديءَ ۾ قاسي راهِ فراريت
اختيار ڪئي ۽ ٿيان وري مُزاحمت ، شهيدن ۽
ڪيدر سان دوکو ۽ ويساهه گهاتي ڪري ميدان
ڇڏي ڀڄي ويا. اِهڙي طرح سان سنڌ جي مُزاحمت
سان ويساهه گهاتيون ۽ دوکا ڪيا ويا.
بهرحال ايس آر اي ۽ مُزاحمت اسان ۽ توهان وٽ
پنهنجي وطن جي آزادي ۽ دفاع لاءِ ماضيءَ ۾
وڙهي ويندڙ جنگين جو تسلسل ۽ امانت آهي.
جنهن کي هر حال ۾ مُتحد ۽ مُنظم ڪري اڳتي
وٺي وڃڻو آهي.

**مزاحمت سَٽ:** هن وقت تائين سنڌ جي قومي
تحريڪ کي 50 سال گذري چُڪا آهن. هن اڌ صديءَ
جي عرصي ۾ قومي تحريڪ ڪيترو وڌي آهي؟
**سيد اصغر شاهه:** اسان کي باريڪ بيني ۽ ڪليل
ذهن سان اِهو سمجهڻو پوندو ته هر قومي تحريڪ
جا بنياد رکڻ وقت ان جا مول، متا ۽ مقصد طئي
ڪيا ويندا آهن. قومي تحريڪ جا بنياد رکڻ وقت
سائين جي ايم سيد اهو طئي ڪيو هو ته اسان جو
مقصد آزاد سنڌو ديش جي نالي ۾ سنڌ جي آزاد ۽
خودمختيار رياست قائم ڪرڻ آهي. ان نعري جو
مقصد اهو هو ته اسان هاڻي پاڪستان ۾ وڌيڪ
رهي نٿا سگهون. پاڪستان اندر مظلوم قومن کي

ڪجهه به ملڻو ناهي. جو ته پاڪستان تي هڪ قوم جو قبضو آهي ۽ اُها آهي پنجابي قوم. پاڪستان پنجابي قوم جي مفادن لاء نهيو هو ۽ جيترو وقت قائم رهندو مظلوم قومن کي لُٽيندو ، ڦُريندو ۽ پنجابين جي مُفادن جو تحفظ ڪندو رهندو. پنجابي اِهڙا شاطر ۽ مڪار آهن، جن پاڪستان نهڻ وقت اِهو تاثر ئي نه ڏنو ته هي ملڪ پنجاب جي مفادن لاءِ نهي رهيو آهي. اُن وقت هِنن پنجابين جناح ۽ لياقت خان جهڙن بيوقوفن کي اڳيان آڻي، اِهو تاثر ڏنو ته هي ملڪ مسلمانن جي مفادن لاءِ نهي رهيو آهي. پنجاب جو اصلي پيانڪ روپ اُن وقت سامهون آيو، جڏهن بنگالين پنهنجا حق گهريا. اُن وقت خبر پئي ته هي ملڪ پنجابين لاءِ نهيو هو ۽ پنجابي جرنيل هن ملڪ جا اصل مالڪ آهن. جيڪو پنجابي جرنيلن جي غلامي قبول ڪري اُهو هن ملڪ ۾ رهي ۽ جيڪو قبول نه ڪري اُهو هن ملڪ کان الڳ ٿي وڃي. ذوالفقار علي ڀٽي پنجابي جرنيلن جي غلامي قبول ڪئي ۽ سائين جي ايم سيد پاڪستان کان الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو.
جڏهن سائين جي ايم سيد سنڌو ديش جو پروگرام ۽ نعرو ڏنو هو، اُن وقت بنگلا ديش تازو تازو پاڪستان کان الڳ ٿيو هو. بنگلاديش جي الڳ ٿيڻ پويان جيئن تہ بنگالين جي قومپرستي هئي انڪري پنجابي قومپرستيءَ جي تحريڪ کان تمام گهڻو خوفزده هئا. ذوالفقار علي ڀٽو کي اقتدار اِن شرط تي ڏنو ويو هو ته اُهو، سنڌ ۽ بلوچستان جي قومپرست تحريڪن کي ڪُچليندو. ذوالفقار علي ڀٽي بلوچستان جي قومي تحريڪ کي ڪُچلڻ لاءِ جنهن جارحاڻي طاقت جو استعمال ڪيو اُن جو ذڪر تاريخ جي صفحن ۾ موجود آهي. پر ڀٽي سنڌ جي قومي تحريڪ کي ڪُچلڻ لاءِ به وسان ڪون گهٽايو. ذوالفقار علي ڀٽي وٽ رياست جي پوري طاقت هئي. رياستي طاقت کان علاوه پيپلز پارٽي جي شڪل ۾ پارٽي سيٽ اپ پڻ موجود هو. ڀٽي قومي تحريڪ جي رستا روڪ ڪرڻ لاءِ رياست ۽ پارٽي ٻنهي جو استعمال ڪيو پر بُري طرح ناڪام ويو. سائين جي ايم سيد جو ڏنل قومي فڪر سنڌ جي نوجوانن ۾ تمام تيزيءَ سان ڦهلجي رهيو هو. سنڌ جا تعليمي ادارا قومپرستن جي ڪنٽرول ۾ اچي ويا هئا. سنڌ جو ڪوبه اهڙو شهر نه هو جتي تعليمي ادارن ۾ جيئي سنڌ جو يونٽ نه ڪليو هجي. سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ قومپرستن جي وڌندڙ اثر کي روڪڻ لاءِ ذوالفقار علي ڀٽي سپاف آرگنائيز ڪئي.

سپاف تعليمي ادارن جو ڪنٽرول حاصل ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي پر ناڪام وئي. اها رياست جي شڪست ۽ قومي تحريڪ جي فتح هئي.
ڪنهن بہ قومي تحريڪ جا ٽي مرحلا ٿيندا آهن. پهريون مرحلو پرچار جو هوندو آهي. هن مرحلي ۾ تحريڪ جي فڪري بنيادن کي ماڻهن تائين پهچائڻو پوندو آهي. شاگرد جيئن ته سماج جو سڀ کان وڌيڪ باشعور ڀرت هوندو آهي. اِنڪري سڀ کان پهرين شاگرد ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهون تحريڪ کان متاثر ٿيندا آهن. اِهو ئي سبب آهي جو سائين جي ايم سيد جي قومپرستيءَ وارو ڏنل فڪر سڀ کان پهرين شاگردن ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن ۾ مقبول ۽ مضبوط ٿيو.
پرچار کان پوءِ ٻيو مرحلو تنظيم سازيءَ جو هوندو آهي. جڏهن ماڻهون نظرياتي ۽ فڪري طرح توهان سان متفق ٿي وڃن ته پوءِ اُنهن کي هڪ تنظيم ۾ سلهاڙي گڏ ڪبو آهي. اِتي هڪ ڳالهه سمجهڻ جي ضرورت آهي ته ڪارڪنن ۽ عوام ۾ فرق هوندو

آهي. ڪارڪنن کي تنظيمي ڊسپلين جي تابع ڪرڻ لاءِ تنظيم جو ميمبر ڪرڻ ضروري هوندو آهي پر عوام کي تنظيم جو ميمبر ڪرڻ ضروري ناهي هوندو. چو ته عوام تنظيمي ڊسپلين جي تابع ناهي هلندو. عوام لاءِ اِهو ڪافي هوندو آهي ته اُهو توهان جي جلسن جلوسن ۾ شرڪت ڪري ۽ توهان جي حمايت ڪري. جڏهن عوام توهان جي جلسن ۽ جلوسن ۾ شامل ٿيڻ شروع ڪري تہ سمجهو توهان جو ڏنل فڪر عوام ۾ لهي ويو آهي. هاڻي جيڪڏهن انهن ماپن تي قومپرست تحريڪ کي ڏسئون ته گذريل 50 سالن ۾ قومپرست تحريڪ تمام وڏي ارتقا ڪئي آهي. هڪ دور هيو جڏهن عوام سائين جي ايم سيد جي نالي کان بہ واقف نہ هو پر هن وقت سنڌ جو ٻچو ٻچو سائين جي ايم سيد کي چڱي طرح سڃاڻي ٿو. نه صرف سڃاڻي ٿو پر فڪرِ سائين جي ايم سيد کان به واقف آهي. عوام کي اُن ڪتابن جا پڙهائڻ جي ضرورت ناهي هوندي. عوام جي نظرياتي سطح اُن مان چيڪ ڪبي آهي ته اهو پاڪستان کان بيزاري جو اظهار ڪري ٿو يا نہ. جيڪڏهن عوام پاڪستان مان بيزاريءَ جو اظهار ڪري ۽ پاڪستان جي پنجوڙ مان جند ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪري ته سمجهو، توهان جو نظرياتي مرحلو مڪمل ٿي ويو آهي ۽ فڪرِ سائين جي ايم سيد عوام تائين پهچي ويو آهي.

قومي تحريڪ جي مقبوليت چيڪ ڪرڻ جو ٻيو طريقو اِهو هوندو آهي ته اُهو ڏسجي تہ قومي تضاد سماج ۽ ماحول اندر ڪيترو سگهارو ٿيو آهي. جيستائين قومي تضاد جي سگهاري ٿيڻ جو سوال آهي ته هڪڙو دور اهڙو هيو جڏهن قومي ڪارڪن قومي فڪر جي پرچار چو ديواريءَ اندر ڪندا هئا، ڪلي عام نه ڪري سگهندا هئا. اخبارون قومي مسئلن تي لکڻ کان ڊڄنديون هيون. پر اڄ اهو قومي تضاد ايترو اُڀري آيو آهي جو سماج جا اديب ۽ دانشور بي ڌڙڪ قومي تضاد تي آرٽيڪل لکن ٿا ۽ اخبارون، رسالا بي خوفيءَ سان اُهي آرٽيڪل ڇاپن ٿيون. اڳي جنهن نعري هڻڻ تي رياست ڪارڪنن کي گرفتار ڪري ويندي هئي، هاڻي اُنهن نعرن جو آواز اسيمبلي ايوانن ۾ ٻڌجڻ ۾ اچي ٿو. اِهو سڀ ڪجهه ظاهر ڪري ٿو ته قومي تضاد ارتقا ڪري سگهارو ٿي آيو آهي ۽ ايترو سگهارو ٿي آيو آهي جو هر مڪتبهِ فِڪر جا ماڻهون اُن کان متاثر ٿيا آهن. جڏهن تضاد ماحول اندر اِن ليول تي پهچي وڃي جو چئوطرف اُن جي گونج هجي ته پوءِ سمجهي وڃو ته تحريڪ آخري ۽ ٽئين مرحلي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ تيار آهي ۽ اِهو ٽيون مرحلو آهي انقلابي جنگ جو مرحلو. رياست جڏهن اِهو محسوس ڪندي آهي ته تحريڪ فيصله ڪن مرحلي ۾ داخل ٿي چڪي آهي ۽ ڪنهن وقت به بغاوت ٿي سگهي ٿي ته ان وقت رياست پوري طاقت سان تحريڪ کي ڪچلڻ شروع ڪندي آهي. اِهو ئي سبب آهي جو هِن وقت رياست سنڌ ۾ قومي تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪري رهي آهي. هن وقت پوري سنڌ اندر قومپرست تحريڪ جا يونٽ بند ڪرائڻ ۽ زوري پريس ڪانفرنسون ڪرائڻ جون ڪوششون ٿي رهيون آهن. سائين جي ايم سيد جي سالگرهہ ۽ ورسيءَ تي ڪارڪنن کي اچڻ کان روڪڻ لاءِ روڊن ۽ رستن تي ڪرفيو لڳايا ٿا وڃن. مُخلص ، ايماندار ۽ اَرڏن ڪارڪنن کي ڪٽي گم ڪيو ٿو وڃي ۽ بعد ۾ اُنهن جا ڇچريل لاش ڏنا ٿا وڃن. چو ته پنجابين کي خوف آهي ته جيڪڏهن قومي تحريڪ کي هاڻي نه روڪيو ويو ته رياست





جو موت يقيني آهي. جڏهن رياست کي پنهنجو
موت نظر ايندو آهي ته پوءِ اُها انسانيت کان
ڪريل سمورن هٿڪنڊن تي لهي ايندي آهي. اِن
مرحلي تي اچي رياست قيادتن جي خريد فروخت
شروع ڪندي آهي. قيادتن کي جلسا جلوس ڪرڻ
کان روڪيو ويندو آهي. قومي تحريڪ کي غير
مؤثر ڪرڻ لاءِ يا تہ قيادتن تي دٻاءُ وڌو ويندو آهي
يا انهن کي لوڀ لالچ ڏني ويندي آهي پر اِن
صورتحال ۾ قومي ڪارڪنن کي گهبرائڻ يا
مايوس ٿيڻ جي ضرورت ناهي بلڪه قومي فِڪر
تي جمي بيهڻ جي سخت ضرورت آهي. توهان
جيترو مضبوطيءَ سان جمي بيهندئو اوترو رياست
جي شڪست يقيني ٿيندي ويندي. پڪ ڄاڻو ته
توهان اُهي سڀ مرحلا طئه ڪري آيا آهيو جتي
رياست توهان کان خوفزده ٿي چُڪي آهي ۽ اُن
کي پنهنجو موت نظر اچي رهيو آهي. انڪري
رياست توهان سان پنهنجي بقا جي آخري جنگ
وڙهي رهي آهي ۽ اها جنگ توهان کي کٽڻي آهي.

ياد رکو تہ انقلاب ۾ جڏهن اِهڙا مرحلا اچن تہ پوءِ
ڪمزور، گيدي ۽ مفاد پرست قيادتون ميدان تي
بيهي نه سگهنديون آهن ۽ پاڻ ميدان ڇڏي پوئتي
هٽي وينديون آهن. ان وقت جڏهن قيادت جو خال
پيدا ٿيندو آهي ته حقيقي انقلابي قوتون اڳتي
وڌي اچي ميدان ۽ قيادت سنڀالينديون آهن.
ڪارڪنن کي اهو سمجهڻ جي ضرورت آهي ته
رياست کي جڏهن پنهنجو موت نظر ايندو آهي ۽
جڏهن رياست کي اهو محسوس ٿيندو آهي ته
قومي تحريڪ انقلاب جا مرحلا پورا ڪري فيصله
ڪُن جنگ ڏانهن وڌي رهي آهي تڏهن اُهي پنهنجا
پالتو ماڻهون ڇڏيندا آهن ته وڃي قومي تحريڪ
خلاف باهوڙ ڪري قومي ڪارڪنن جا ذهن خراب
ڪيو ۽ منجهايو. عين اهڙي وقت مخلص،
ايماندار ۽ بهادر ڪارڪنن جو اهو قومي فرض
ٿئي ٿو ته رياست جي ڇڏيل اِهڙن دلالن کي رد
ڪن ۽ انقلابي مزاحمتي قوتن جو ساٿ ڏئي ڪين
مضبوط ڪن.

**مزاحمت سَٿ:** گوريلا جنگ جي موجوده وقت ۾
علائقائي ۽ عالمي تناظر ۾ ڪيتري اهميت ۽
افاديت آهي؟

**سيد اصغر شاهہ:** اسان جي گهڻن پڙهيل ڳڙهيل
دوستن جي ذهنن ۾ گوريلا جنگ مُتعلق ڪافي
سارا غلط ۽ ٻاراڻا تصور ۽ خيال وينل آهن. تنهن
ڪري هن سوال کي نئين حالتن ۾ نئين تقاضائن
تحت سمجهڻ جي ضرورت آهي.
ڪنهن به انقلاب لاءِ بنيادي ۽ اهم ڪردار داخلي
تضاد طئي ڪندو آهي. ڄاڪاڻ ته ڇُلهہ ۾ ڦوڪون
ڏيڻ سان باهہ نه ٻرندي آهي. باهہ ڇُلهہ ۾ موجود
ڪانين کي لڳندي آهي. جيڪڏهن ڇُلهہ ۾ ڪانيون
ئي نه هجن ته توهان ڪيتريون به ڦوڪون ڏيو پر
باهہ نه ٻرندي. خارجي تضاد جو ڪردار ٻاهران
ويهي ڦوڪون ڏيڻ وارو هوندو آهي. باهہ ٻارڻ ۾
اصل ۽ بنيادي ڪردار داخلي تضاد جو هوندو آهي.
مطلب ته اُنهن ڪانين جو هوندو آهي جيڪي ڇُلهہ
جي اندر موجود آهن.
جيڪڏهن پاڻ سنڌ ۾ داخلي حالتن کي ڏسون ته
عوام هر وقت انقلابي قوتن جو ڀرپور ساٿ ڏنو
آهي. شهيد بشير خان قريشيءَ سنڌ ڳُهري ٿي
آزادي جي بينر ۽ نعري هيٺ به دفعا عوامي جلسا
۽ مارچ ڪيا ۽ ٻئي دفعا ماڻهون لکن جي تعداد ۾
اُنهن جلسن ۽ مارچن ۾ شريڪ ٿيا. سنڌ ايڪشن
ڪاميٽيءَ بحريا ٽائون خلاف احتجاجي مظاهرو
ڪيو، جنهن مظاهري ۾ لاتعداد ماڻهون پنهنجا



ڪرايا ياڙا ڪري اچي پهتا. ماضيءَ ۾ سنڌ قومي اتحاد(SNA) جي پليٽ فارم تان جلسا ۽ هڙتالون هجن ، ڪالا باغ ڊيم خلاف جدوجهد هجي ، ٻٽي بلدياتي نظام خلاف عوامي ريفريڊم هجي يا سائين جي ايم سيد جي سالگرهه ۽ ورسيءَ جا پروگرام هجن عوام لکن جي تعداد ۾ شريڪ ٿيندو رهيو آهي. عوام لکن جي تعداد ۾ اُن وقت نڪري ايندو آهي جڏهن داخلي تضاد پچي راس ٿيندو آهي. اِن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌ اندر قومي تضاد پچي راس ٿي آيو آهي. صرف عوام کي نڪرڻ لاءِ سڏ ڪرڻ ۽ آرگنائيز ڪرڻ جي ضرورت آهي. هن وقت قومي تحريڪ ۾ جيڪڏهن ڪا کوٽ ۽ ڦُقدان آهي ته اهو آهي بي لوث ، سچار ، ايماندار ۽ سِرُ تَريءَ تي رکي اڳواٽي ڪندڙ قيادت جو. پر بدقسمتيءَ سان سنڌ جو الميو اِهو آهي ته انقلاب جي قيادت گيدي ، بُزدل ، موقعي پرست ۽ پينيٽريٽ ٿيل رد انقلاب قوتون ڪري رهيون آهن. هڪڙا ٿيندا آهن معروضي تَضادَ ٻيا ٿيندا آهن موضوعي تَضادَ. معروضي تضاد کي تہ هي قيادتون مُنجهائي ويهي رهيون آهن. جڏهن تہ موضوعي تضاد کي سنڌ جا نام نهاد دانشور منجهايو وينا آهن.

معروضي تضاد تہ حالتن ۾ خود پيدا ٿيندا آهن پر موضوعي تضاد کي اپارڻ ۾ دانشورن جو اهم ڪردار هوندو آهي. جو ته موضوعي تضاد کي بحث مباحثن وسيلي سماج ۾ لاٿو ويندو آهي. هن وقت سنڌ ۾ موضوعي تضاد جن دانشورن جي وکڙ ۾ ڦاٿل آهي ، اُنهن دانشورن مان 80 سيڪڙو دانشور رياست جا حامي ۽ سنڌ جي قومي آزاديءَ جا مخالف آهن. سڀ کان وڏي ڳالهه اِها آهي ته اُهي هٿياربند جدوجهد جا بدترين دشمن آهن. اِنڪري اُهي هميشه ان ڳالهه جي مخالفت

ڪندا آهن ته ڪا هٿيار بند ويڙهه جي ڳالهه ڪندڙ تنظيم اچي انقلاب جي قيادت ڪري. اُنهن جو سڀ کان وڏو دليل اهو هوندو آهي ته دنيا صرف اسٽيڪ هولڊرز سان ڳالهائيندي آهي ۽ اِنهن جي نظر ۾ اسٽيڪ هولڊرز اُهي آهن، جيڪي پارليامينٽ ۾ وينا آهن. اِنهن دانشورن کي اُها به خبر هوندي آهي ته پارليامينٽ ۾ ڪير وينا آهن. اهي سرڪاري دانشور پاڻ اعتراف ڪندا آهن ته هن پاڪستاني رياست ۾ اليڪشن جا نتيجا انجنيئرڊ هوندا آهن. هِتي اليڪشن جا نتيجا اُهي ادارا پاڻ ناهيندا آهن ، جيڪي هن سڄي پاڪستان جي سياست کي يرغمال ڪيو وينا آهن. جنهن رياست ۾ سياست يرغمال هُجي اُتي قوم جي تقدير جا فيصلا اِهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏجن جيڪي پرائمريءَ جي شاگردن وانگر پاڻي پيئڻ لاءِ به هٿ مٿي ڪري اجازت گُهرندا آهن. انهن دانشورن کي اها بہ خبر آهي ته شيخ مجيب جي تجربي کان پوءِ پاڪستان جي طاقتور فوجي ادارن طئي ڪري ڇڏيو آهي ته فري ۽ فيئر اليڪشن ڪرائڻيون ئي ناهن. جيڪڏهن ڪرائيندا تڏهن به قومپرستن کي پارليامينٽ ۾ اچڻ نه ڏيندا. اها سڀ خبر هوندي به اهي دانشور انقلاب کي مُنجهائڻ ۽ ڪارڪنن جي ذهنن کي خراب ڪرڻ لاءِ زور شور سان اها پروپيگنڊا ڪندا ٿا رهن ته قومپرستن کي پنهنجي طاقت ثابت ڪرڻ لاءِ پارليامينٽ ۾ اچڻو پوندو.

جو ته دنيا صرف اسٽيڪ هولڊرز سان ڳالهائيندي آهي. دنيا صرف اسٽيڪ هولڊرز سان ڳالهائيندي آهي اهو پورو سچ ناهي پر اڌورو سچ آهي. سچ اهو آهي ته دنيا طاقتور سان ڳالهائيندي آهي.دنيا جيڪڏهن طالبانن سان ڳالهائي سگهي ٿي ته

انقلابي قوتن سان چو نه ٿي ڳالهائي سگهي؟ شرط اهو آهي ته اسان پاڻ کي طاقتور ثابت ڪيون. قومي ڪارڪنن کي هڪ ڳالهه واضع نموني سمجهڻ گهرجي ته پاڪستان جا ڪرتا ڌرتا حقيقي انقلابي قوتن کي پارليامينٽ ۾ ڪڏهن به اچڻ نه ڏيندا. جيڪڏهن اچڻ ڏيندا ، تڏهن به پنهنجن دلالن کي اچڻ ڏيندا. اهي دلال توهان کي قومي آزادي وٺي ڏيڻ ته پري جي ڳالهه آهي پر عدم تشدد ۽ پُر امن انقلاب جي نالي ۾ اوهان کي چاڪيءَ جي ڍڳي وانگر ڦيرائيندا رهندا. تيسيتائين پنجاب اسان کي اقليت ۾ تبديل ڪري فنا ڪري ڇڏيندو.

انڪري اسان سنڌين وٽ پنهنجي بقا جو هڪڙو ئي طريقو آهي اهو آهي هٿيار بند انقلابي گوريلا جنگ.

اِهو دُرست آهي ته هٿياربند جنگ جي تياري ڪرڻ وقت اسان کي اتحادي ملڪن ۽ قوتن جي ضرورت پوندي. چو ته جنگ جي تياري ڪرڻ لاءِ اسان کي هٿيارن ۽ جنگي تربيت جي ضرورت پوٽي آهي. جيڪا مدد اسان جا اتحادي ملڪ ۽ قوتون ڪري سگهن ٿيون. هن وقت عالمي سطح تي اهڙو ڪو نهيل نڪيل اتحادي يا بلاڪ ڪونهي جيڪو انقلابي قوتن جي مدد ڪري پر باوجود اِن جي اسان کي دُشمن جو دُشمن ، اسان جو دوست واري فارمولي ۽ طريقي کي استعمال ڪندي پنهنجا اتحادي ۽ دوست پاڻ ڳولهڻا ۽ ناهڻا پوندا. حالانڪه هن وقت ۾ پنهنجي منشور ، پروگرام ۽ ايجنڊا تحت اتحادي يا دوست ملڻ مشڪل ضرور آهن پر ناممڪن ڪونهي. اِن ڪري هڪ انقلابي تنظيم جي حيثيت سان SRA پنهنجي اتحادين ۽ دوستن جي تلاش جاري رکندي ٿي اچي. پر جيڪڏهن اسان کي اتحادي نٿا ملن تڏهن به اسان کي پنهنجي وطن جي آزاديءَ جي جنگ هر صورت ۾ وڙهڻي آهي ۽ پنهنجن بنيادن تي جنگي تياري ڪرڻي آهي. جيئن اوير تيمور وارن ڪئي ۽ جيئن بلوچ ڪري رهيا آهن. ائين ئي اسان سنڌين کي به انقلابي جنگ جي تياري ڪرڻي پوندي. جنگ اسان جي خواهش ناهي پر اسان جي مادرِ وطن مٿان زوري مُسلط ڪئي وئي آهي. تنهن ڪري پنجاب سامراج کي شڪست ڏيڻ لاءِ اسان کي بندوق کڻڻي پوندي. اِن کان سواءِ اسان سنڌين وٽ ڪو حل ڪونهي.

**مزاحمت سَٽ:** سنڌ جي هاري پورهيت ۽ شاگرد جي سنڌ جي مزاحمتي ويڙهه ۾ ڪيتري اهميت آهي؟

**سيد اصغر شاهه:** سائنس هجي يا انقلاب هجي ، اُنهن جا اصول ، قاعدا، قانون ۽ فارمولا طئي ٿيل هوندا آهن. مثال طور جيڪڏهن پاڻيءَ جو فارمولا $H_2O$ آهي ته اُهو ئي رهندو ، تبديل ڪون ٿيندو. دنيا جو ڪو به سائنسدان دنيا جي ڪنهن به ليبارٽريءَ ۾ جڏهن پاڻي ناهيندو ته آڪسيجن ۽ هائيڊروجن جا ئي ايٽم ملائيندو. ڪو به سائنسدان نائٽروجن ۽ هائيڊروجن جا ايٽم ملائي پاڻي نٿو ناهي سگهي. ساڳي ريت انقلاب جا به طئي ٿيل اصول، قاعدا، قانون ۽ فارمولا هوندا آهن. قومي آزاديءَ جو انقلاب صرف سنڌ ۾ نٿو اچي پر دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ آيو آهي ۽ اڳتي به ايندو. انڪري شاگرد ، هاري ۽ پورهيت دنيا اندر قومي انقلابن ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي، اُهو ئي ڪردار سنڌ ۾ بہ ادا ڪندو.
شاگرد هجي يا سماج جو پڙهيل ڳڙهيل پرت هجي ڪنهن به انقلاب جي مُحرڪ قوت طور ڪردار ادا





ڪندو رهيو آهي. مُحرڪ قوت مان مراد آهي، تحرڪ ڏيندڙ قوت. اِنڪري تحريڪ پيدا ئي مُحرڪ قوت ڪندي آهي. جيڪڏهن مُحرڪ قوت نه هجي ته تحريڪ پيدا ٿي نه سگهندي آهي. ٻين لفظن ۾ اِهو چئي سگهجي ٿو ته شاگرد ۽ پڙهيل ڳڙهيل پرت ڪان سواءِ ڪا بہ تحريڪ نه ايري سگهندي آهي. شاگرد ۽ پڙهيل ڳڙهيل پرت جنهن ۾ وڪيل ، ڊاڪٽر ، پروفيسر ، ننڍو واپاري ۽ نوڪري پيشه ماڻهون اچي وڃن ٿا، اُنهن کي ملائي وچولو طبقو چيو ويندو آهي ۽ اِهو وچولو طبقو ڪنهن بہ تحريڪ جي جان هوندو آهي.
اُنڪري تحريڪ جي قيادت به اڪثر اهو وچولو طبقو ئي سنڀاليندو آهي.
اِهو دُرست آهي ته وچولو طبقو تحريڪ جي جان هوندو آهي پر هاري ۽ پورهيت بہ اهڙا پرت هوندا آهن ، جيڪي پڻ انقلاب جي جان هوندا آهن. چو ته هاري ۽ پورهيت عوام آهن ۽ عوام جي شرڪت ڪان سواءِ ڪو به انقلاب اچي نٿو سگهي.
تحريڪ ڪيتري به مضبوط هجي ڪيتري به جاندار هجي پر جيڪڏهن عوام اُن سان گڏ ناهي يا اُن جي سپورٽ نٿو ڪري ته اُها تحريڪ انقلاب نٿي آڻي سگهي. اِنڪري ئي اُهو چيو ويندو آهي تہ عوام انقلاب جي اصل ۽ فيصله ڪُن قوت هوندي آهي. انقلاب عوام آڻيندو آهي، نه اتحادي قوتون آڻينديون آهن ۽ نه ئي اڪيلي سر شاگرد ، پروفيسر ، ڊاڪٽر يا وڪيل آڻيندا آهن. پر اُنهن سيني قوتن کي گڏجي انقلاب لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو پوندو آهي. انڪري ئي حقيقي سياسي انقلابي پارٽي هجي يا مزاحمتي تنظيم هجي انهن سيني قوتن(شاگرد ، هاري ۽ پورهيت) کي پاڻ سان گڏ ڪٽي هلندي آهي ۽ قومي آزاديءَ جو انقلاب برپا ڪندي آهي.

**مزاحمت سَٽ:** مظلوم قومن جي ويڙهہ کي رياست ۽ ڪجھ ڌُريون پراڪسي وار چون ٿيون. توهان ان بابت ڇا چوندئو؟

**سيد اصغر شاهہ:** مظلوم قومن جي حقيقي انقلابي جنگ پنهنجي سماج ۽ عوام مان ڦُٽي نڪرندي آهي ۽ پنهنجي ئي حالتن مان وَڌي وِيجهي پراوان چڙهندي آهي. انقلابي قوتون ڪنهن جون به پراڪسي ٿي نه هلنديون آهن. اُنهن وٽ پنهنجو هڪ منشور هوندو آهي ، پنهنجو هڪ پروگرام هوندو آهي ۽ پنهنجي هڪ ايجنڊا هوندي آهي. انقلابي قوتون جيڪا به سياسي ، سُفارتي ۽ اخلاقي مدد وٺنديون آهن ، پنهنجي منشور ، پروگرام ۽ ايجنڊا تحت وٺنديون آهن. هڪ انقلابي ۽ هڪ پراڪسيءَ ۾ اِهو فرق هوندو آهي ته پراڪسي ٻاهرين قوتن جو نمائندو هوندو آهي ۽ انقلابي پنهنجي عوام جو نمائندو هوندو آهي.
پراڪسي ٻين جو ايجنٽ ۽ گُماشتو ٿي ، اُنهن جي پروگرام ۽ ايجنڊا تي هلندو آهي جڏهن ته انقلابي پنهنجي منشور ، پروگرام ۽ ايجنڊا تي هلندو آهي.
مظلوم قومن جي انقلابي جنگ کي پراڪسي وار چوڻ وارو ٽرم ۽ فارمولو ڪافي پراڻو آهي.
جيڪو هر دور ۾ استعمال ٿيو آهي ۽ هاڻي به رياست ۽ اُنهن جون دلال ڌُريون زور شور سان استعمال ڪري رهيون آهن.
جڏهن انقلابي تنظيمن تي ايجنسيون پراڪسي هجڻ جو ليبل لڳائينديون آهن ته اُنهن تنظيمن کي بدنام ڪرڻ لاءِ پروپئگنڊا شعبي کي به متحرڪ ڪيو ويندو آهي ته جيئن اُنهن تنظيمن جي خلاف غليظ ترين ٻاهوڙ شروع ڪرائي سگهجي. اُنهن تنظيمن مٿان نه صرف غير مُلڪي ايجنٽ هجڻ جا الزام لڳايا ويندا آهن پر اِها به پروپئگنڊا ڪرائي ويندي آهي ته اِهي تنظيمون ٻاهر ويٺل قوتن جون

پراڪسي ۽ اُنهن جي اشارن تي ڪم ڪندڙ آهن. اِها سموري غليظ پروپيگنڊا ڪرڻ لاءِ رياست نه صرف پنهنجي ميڊيا جا سمورا ذريعا استعمال ڪندي آهي پر اِهڙين تنظيمن کي به استعمال ڪندي آهي جيڪي خاص اِن ڪم لاء پاليون ويندڙيون آهن. اِهڙيون تنظيمون بظاهر ته پاڻ کي قومپرست ، ترقي پسند ۽ انقلابي سڏائيندڙيون آهن پر اصل ۾ رياست جون سهولتڪار هونديون آهن. رياست کان مراعتون وٺندڙ اُنهن تنظيمن جو ڪم ئي اِهو هوندو آهي ته انقلاب جو نالو وٺي انقلاب جي راهه ۾ رڪاوٽون وجهن ۽ حقيقي انقلابي قوتن جي رستا روڪ ڪن.

جڏهن رياست حقيقي انقلابي قوتن خلاف پروپيگنڊا شروع ڪندي آهي ته اِهڙين پالتو تنظيمن کي اڳيان آندو ويندو آهي.

اِهڙي وقت جڏهن رياست جون پالتو تنظيمون پروپيگنڊا ۾ مشغول هونديون آهن ته رياست پنهنجي مراعات يافته دانشورن کي به اڳتي آڻيندي آهي. جيڪي بظاهر ته سماج سُڌارڪ ۽ عوام دوست سڏائيندا آهن پر پسِ پَردهه رياست کان رعايتون وٺندا آهن. اُنهن جو طرزِ زندگي وڏي ناٽ ٺاٽ وارو هوندو آهي. اِهي دانشور سرڪاري تقريبن ۾ به ويندا آهن ، سرڪاري اهلڪارن سان تعلقات به رکندا آهن ۽ ڏيکاءُ لاءِ غريبن ، عورتن ۽ انساني حقن جي ڳالهه به ڪندا آهن. اِهي دانشور فيلڊ ۾ اچي سڀ کان پهرين اُنهن پالتو تنظيمن جي موقف جي حمايت ڪندا آهن ۽ تصديق ڪندا آهن ته هي انقلابي جنگ ناهي پر پراڪسي وار آهي. اِهڙا دانشور دليل اُهو ڏيندا آهن ته اڄ جو دور هٿياربند جنگ جو دور ناهي. هي جيڪي هٿياربند جنگ جي ڳالهه ڪن ٿا اُهي رتو چاڻ ڪرائيندا ، بيگناهه ماڻهون گرفتار ڪرائيندا ۽ مارائيندا. اُن ڪري هِنن جي هر عمل جي مخالفت ڪرڻ گهرجي. اِنهن دانشورن جي دعوا هوندي آهي ته هٿياربند انقلابن جو دور گذري ويو هاڻي عالمي حالتون تبديل ٿي ويون آهن. دنيا گلوبل وليج بڻجي چڪي آهي. اِن ڪري هٿياربند جنگ بجاءِ عالمي راءِ عامه کي پنهنجي حق ۾ تبديل ڪري اِنقلابَ آڻي سگهجن ٿا.

اِهڙا عطائي دانشور جيڪي رياست پاران مليل اسائينمينٽ تي ڪم ڪندا آهن، هونءَ ته سڄي دنيا مُٺ ۾ ڪيو وينا هوندا آهن. پر بلڪل سادي ڳالهه سمجهڻ کان قاصر هوندا آهن ته واقعي دنيا گلوبل وليج هوندي ، ضرور هوندي پر اسان جا مسئلا بيا حل نه ڪندا. سور اسان جي مٿي ۾ آهي ته گوري به اسان کي ڪاڻي پوندي. دنيا جا ماڻهون اسان جي بدران گوري ڪون ڪائيندا.

رياست پاران اِهڙا دانشور ۽ پالتو تنظيمون توهان کي انقلاب جي سائنس نٽا سمجهائن پر توهان کي رد انقلاب ڏانهن ڪِهلن ٿا. سائنس اُها هوندي آهي جيڪا پاڻ کي حالتن ۾ ثابت ڪري. اِهي ئي ماڻهون رياست جي ونگار وهن ٿا ۽ توهان جي ذهنن کي مَسخ ڪن ٿا. اِهي ئي ماڻهون آهن جيڪي انقلابي قوتن کي پراڪسي چئي ڪيڏر ۽ عوام کي مُنجهائن ٿا.

پراڪسي هجڻ جا الزام ڪي انتهائي ڪِريل ۽ بي ضمير انسان ئي لڳائي سگهن ٿا. جيڪي پالتو تنظيمون ۽ دانشور سنڌ جي محبِ وطن انقلابي قوتن تي پراڪسي هُجڻ جا الزام لڳائن ٿا ، اُهي اصل ۾ پاڻ پنڊي ۽ اسلام آباد وارن جا پراڪسي ۽ دلال آهن.

**مزاحمت سَٿ:** SRA بلوچ آزادي پسند تنظيمن جي اتحاد (براس) جي پُڻ اتحادي آهي. اُن اتحاد جا سنڌ

۽ بلوچستان جي مجموعي قومي مُزاحمت تي ڪهڙا اثر پوندا؟

**سيد اصغر شاهه:** توهان جو دوست ڪير آهي ۽ دشمن ڪير آهي قومي آزاديءَ جي جنگ ۾ اِن نُقطي جي تمام گهڻي اهميت هوندي آهي. دنيا جون سموريون انقلابي قوتون گڏيل دشمن جي خلاف گڏيل محاذ يا گڏيل اتحاد جوڙي پنهنجي مُزاحمتي جنگ جاري رکنديون ۽ ڪاميابيون ماڻينديون رهيون آهن.

ايس آر اي به هڪ ذميوار تنظيم جي حيثيت ۾ اِن اهم نقطي کي اڳيان رکندي 26 جولاءِ 2020ع ۾ بلوچ آزادي پسند تنظيمن بي ايل اي ، بي ايل ايف ، بي آر اي ۽ بي آر جي - جي اتحاد براس سان اتحاد ڪيو. جيڪو اتحاد يقينن جتي اسان ٻنهي قومن لاءِ أتساه ۽ خوشيءَ جو سبب بنيو اُتي اسان جي گڏيل دشمن پنجاب لاءِ به پريشاني ۽ تڪليف جو باعث بنيو. گڏوگڏ سڄي دنيا ۾ به هڪ سنو پيغام ۽ تاثر ويو.

هونءَ ته جاگرافي گڏ هُجڻ سبب اسان سنڌين جا صدين کان وٺي بلوچن سان تاريخي ، سياسي ، تهذيبي ۽ ثقافتي رِشتا ۽ ناتا رهيا آهن پر موجوده وقت ۾ قومي آزادي هڪ اهڙو گڏيل نصب العين آهي جيڪو نه صرف ٻنهي برادر قومن کي اجان به پاڻ ۾ ويجهو آڻيندو بلڪه هن خطي اندر ۽ عالمي طور تي به اِن جا ديرپا اثر ۽ نتيجا نڪرندا.

سنڌ ۽ بلوچستان پنهنجي جاگرافي، جيو پوليٽيڪل لوڪيشن ۽ بدين کان وٺي گوادر تائين پنهنجي وسيع و عريض سامونڊي پٽيءَ سبب شروع کان وٺي ظالم ، جابر ، وحشي ۽ قبضي گير قومن جي حِرص ، حَوس ۽ حملن جو شڪار رهندا آيا آهن. اڄ ساڳيو ڪردار پنهنجي پوري فوجي طاقت ، دهشت ۽ وحشت سان پنجاب سامراج ادا ڪري رهيو آهي. جيڪو چائنا سان گڏجي سيپيڪ پراجيڪٽ جي نالي ۾ اسان ٻنهي مظلوم قومن جي جاگرافي ، سامونڊي پَٽي ، ٻيٽن ۽ جزيرن ، اِنرجي جي وسيلن ۽ ذريعن ۽ زراعت تي هميشه ۽ مُستقل قبضو ڪرڻ چاهن ٿا.

بحيثيت ذميوار تنظيم ۽ اتحاد جي اسان جي اِن سڄي صورتحال تي گهري نظر آهي ۽ تدبيرون به آهن. سامراجي ۽ قبضي گير قوتون هميشه بندوق ۽ طاقت جي ٻولي سمجهنديون آهن. اسان جون گڏيل ڪوششون آهن ته پنهنجي پوري طاقت ۽ سگهه کي گڏ ڪري هڪ ته پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ ڪاروائن کي تيز ڪجي ٻيو اِهو ته گڏيل حڪمت عمليون جوڙي گڏيل ٽارگيٽن کي نشانو بڻايو وڃي. جيئن سامراجي قبضي کي ختم ڪري سگهجي ۽ پنهنجي تاريخي وطنن کي آزاد ڪرائي سگهجي.

**مزاحمت سَٽ:** توهان علائقائي ۽ عالمي صورتحال کي ڪيئن ٿا ڏسو؟

**سيد اصغر شاهه:** سڄي دنيا ۾ رونما ٿيندڙ واقعا ۽ تبديليون سڄي دنيا وانگر سنڌ تي به اثرانداز ٿينديون رهيون آهن ۽ اڳتي به ٿينديون رهنديون. ڇاڪاڻ ته سنڌ پنهنجي جيو پوليٽيڪل ۽ اسٽريٽجڪ پوزيشن، لوڪيشن ۽ سامونڊي لَنگهه سبب ڏکڻ ايشيا جي هِن خطي ۾ هڪ خاص اهميت رکندي پئي آئي آهي.

دنيا اڳ جيڪا سرمائيدارنا ۽ ڪميونسٽ بن بلاڪن ۾ ورهايل هئي ، سرد جنگ جي خاتمي ۽ سويت يونين جي ٽُٽي وڃڻ کان پوءِ يوني پولر(هڪ بلاڪي) بنجي وئي هئي. جنهن جي اڳواڻي آمريڪا پنهنجن ٻين ويسٽ(اولهه) جي




اتحادي ملڪن سان گڏجي ڪري رهيو هو. آمريڪا سڄي دنيا تي پنهنجي ڪنٽرول ۽ اجارہ داريءَ کي برقرار رکڻ لاءِ دنيا کي نيو ورلڊ آرڊر ڏنو. ليڪن انهيءَ وچ ۾ چائنا جهڙي ديو هيڪل قوت ۽ القاعدا جهڙي مذهبي شدت پسند تنظيم پُڻ اُڀري آيون. جن جو اُڀري اچڻ آمريڪا ۽ اُن جي نيو ورلڊ آرڊر لاءِ وڏو چيلينج هو. القاعدا پاران ورلڊ ٽريڊ سينٽر تي ٿيندڙ حملي ، آمريڪا پاران عراق ۽ افغانستان ۾ ٿيندڙ حملن ۽ آمريڪا جي افغانستان ۾ 20- سالن تائين موجودگي ۽ اُن کان پوءِ نڪري وڃڻ واري سموري عرصي ۾ چائنا پنهنجي پوري سياسي ، مُعاشي ، ٽيڪنالوجي ۽ فوجي طاقت کي گڏ ڪري هڪ عالمي قوت ۽ پاور جي شڪل ۾ اُڀري سامهون آيو. جيڪو اڄ پنهنجي مُعاشي منصوبن ۽ سُفارتڪاريءَ ذريعي دنيا کي هڪ نئين ورلڊ آرڊر ڏيڻ جي پوزيشن ۾ اچي بيٺو آهي. ظاهر آهي ته چائنا جو اِن پوزيشن ۾ اُڀري اچڻ ، آمريڪا ۽ ويسٽ(اولهہ) جي ملڪن لاءِ هڪ وڏو چيلينج بڻيل آهي.

گُذريل پندرهن سالن کان وٺي دنيا جي سياست ۾ ٻن اهم طاقتن آمريڪا ۽ چائنا جي وچ ۾ هڪ نئين سرد جنگ هلي رهي آهي. جنهن جنگ سڄي دنيا ۾ هلچل مچائي ڇڏي آهي. دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ اِهو تاثر پيدا ٿيو آهي ته هاڻي آمريڪا جي نيو ورلڊ آرڊر جي مقابلي ۾ چائنا سياسي ، معاشي ، ٽيڪنالوجي ، فوجي ۽ سُفارتي بُنيادن تي پنهنجو مُتبادل ورلڊ آرڊر ڏئي دنيا کي اُن تحت هلائڻ طرف وڌي رهيو آهي. اُن صورتحال کي اڳيان رکي جتي آمريڪا انڊو پئسفڪ ريجن ۾ ڪواڊ(QUAD) ۽ آڪس(AUKUS) جهڙا اتحاد جوڙي چائنا جي رستا روڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ، اُتي ٻئي طرف چائنا به روس ۽ اُتر ڪوريا سان گڏجي نوان اتحاد جوڙي اڳتي وڌي رهيو آهي. بلڪه تازو چائنا ٻن ڪٽر مُخالف مُلڪن ايران ۽ سعودي عرب کي گڏ ويهاري مِڊل اِيسٽ(وچ اوڀر) ۾ هڪ نئين اتحاد جا بنياد رکڻ لاءِ ڪوششون پُڻ وٺي رهيو آهي. لڳي ائين رهيو آهي ته دنيا تيزيءَ سان هڪ دفعو ٻيهر بلاڪن واري سياست ۾ داخل ٿيڻ طرف وڃي رهي آهي.

ايشيا جو خِطو جيڪو دنيا ۾ پنهنجي هڪ خاص اهميت رکندو پئي آيو آهي. جتي چين ، انڊيا ۽ جاپان جهڙا طاقتور مُلڪ موجود آهن. محسوس ائين ٿي رهيو آهي ته سائوٿ ايشيا جو هي خِطو ۽ سائوٿ چائنا سي جنگ جو ميدان بڻجڻ طرف وڃي رهيا آهن. ڇاڪاڻ ته آمريڪا پاران روس کي يوڪرين جنگ ۾ انگيج ڪرڻ ۽ مڊل ايسٽ(وچ اوڀر) جي عرب ملڪن کي پنهنجو اتحادي يا نيوٽرل ڪرڻ کان پوءِ آمريڪا جو سڄو فوڪس اِن ئي سائوٿ ايشيا جي خِطي تي آهي.
سائوٿ ايشيا جي هن خِطي ۾ ٻه اهم مُلڪ چائنا ۽ انڊيا موجود آهن. جن ٻنهي ملڪن ۾ هونءَ ته ڪنهن حد تائين واپار ۽ ڏيتي ليتي به ٿيندي رهي آهي پر ٻنهي مُلڪن جي وچ ۾ سالن کان وٺي سرحدي ۽ ٻين معاملن ۽ مسئلن تي دُشمني ۽ ڪشيدگي به جاري رهندي پئي آئي آهي.
چائنا جو OBOR منصوبو هجي يا سائوٿ چائنا سي تي هڪ هٽيءَ وارو معاملو هُجي ، جتي آمريڪا ۽ ٻين يورپي ملڪن لاءِ وڏا چيلينج بڻيل آهن ، اُتي ساڳيءَ ريت انڊيا لاءِ به مٿي جو سُور بڻيل رهيا آهن. اِهو ئي سبب آهي جو تازو 10- سيپٽمبر 2023ع تي 20 -G جي اجلاس ۾ انڊيا ۽ سعودي عرب ، آمريڪا ۽ يورپي ملڪن جي رضامنديءَ

سان هڪ نئون منصوبو اِنڊيا- مِڊل اِيسٽ- يورپ اِڪانامِڪ ڪاريڊور پيش ڪيو آهي. جيڪو انڊيا کان مڊل ايسٽ ۽ يورپ تائين سمنڊ ، روڊ ۽ ريلوي لائين ذريعي ملايو ويندو. ظاهر آهي ته جيترو اِهو ڪاريڊور(راهداري) انڊيا ۽ اُن جي اتحادين لاءِ وڏي حاصلات ۽ ڪاميابيءَ جو سبب بڻبو ، ايترو ئي چائنا لاءِ ڳڻتي ۽ چيلينج جو سبب پُڻ بڻبو. لازمي چائنا اِن سڄي معاملي تي خاموش ٿي نه ويهندو ۽ اِن ڪاريڊور(راهداري) کي ناڪام بنائڻ لاءِ ڪائونٽر اسٽريٽجي ۽ لائحه عمل ضرور تشڪيل ڏيندو. جنهن مان محسوس ائين ٿي رهيو آهي ته هِن خِطي اندر هڪ نئين سياسي ، معاشي ، ٽيڪنالوجي ۽ فوجي ڪشمڪش ۽ ڪشيدگي جنم وٺندي.

موجوده سمورن واقعن ۽ مفادن جي ٽڪرائن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سائوٿ ايشيا جي هِن خِطي اندر واڃ ڊاگ جو ڪردار ادا ڪندڙ پاڪستان ، جيڪو اڳ ۾ ئي مظلوم قومن جو قبرستان بڻيل آهي ، تي به اِن جا انتهائي خطرناڪ اثر پوڻا آهن.

پاڪستان هڪ طرف پنهنجي ناڪام داخلي(اندروني) ۽ خارجي(بيروني) پاليسين سبب شديد سيڪيورٽيءَ جي مسئلن کي منهن ڏئي رهيو آهي ته ٻئي طرف سياسي ، مُعاشي ۽ عدالتي بحرانن هن ملڪ جي بنيادن کي ئي لوڏي ڇڏيو آهي. پر باوجود اِن سڀ ڪجه جي پاڪستاني رياست پنهنجي دوغلي پاليسين ۽ مذهبي شدت پسندانه حرڪتن ۽ سازشن کان باز ڪون ٿي اچي. افغانستان هُجي يا ايران هُجي پاڪستان سڌي ريت يا اڻ سڌي ريت پنهنجي ايجنٽن جي ذريعي مداخلت ۽ فتني بازي جاري رکندو پيو اچي ۽ ڪشمير کان وٺي دهليءَ تائين فتح ڪرڻ جا احمڪاڻه خُواب ڏسندو ٿو رهي. هي پاڪستاني رياست جون پنهنجون ئي ناڪام ۽ ناقص پاليسيون آهن ، جنهن سبب سڄي ملڪ خاص طور تي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ باه ٻري رهي آهي. سنڌ ۾ وڏي پئماني تي منظم رٿابندي سان قبضي گيريت ۽ جبر کي تيز ڪيو ويو آهي ۽ آزادي پسند نوجوانن جي جبري گمشدگين ۽ شهادتن ۾ تيزي آندي وئي آهي.

غلام قومن ۾ سياست طاقت جو نالو هوندو آهي. جيڪو طاقتور ۽ صالح هوندو آهي ، اُهو ئي پنهنجي قومي آزاديءَ وارو مقصد ماڻي سگهندو آهي ۽ جيڪو ڪمزور ۽ غير صالح هوندو آهي ، دنيا اُن کي ڪُچلي ختم ڪري ڇڏيندي آهي. اِن ڪري اسان سنڌين کي مُزاحمت وارو رستو وٺي اڳتي وڌڻو پوندو. تڏهن ئي هِن خِطي ۾ پنهنجي وطن ۽ طاقت کي قائم رکي سگهجي ٿو.

**مزاحمت سَٽ:** آخر ۾ توهان سنڌي قوم ۽ نوجوانن کي ڪهڙو پيغام ڏيڻ چاهيو ٿا؟

**سيد اصغر شاهه:** سنڌ واسيو ۽ منهنجا نوجوان ساٿيو- اڄوڪو دور سائنس ، ٽيڪنالوجي ۽ جديد علمن جو دور آهي. پلي توهان اِنهن جديد علمن کان روشناس ٿيو ۽ پنهنجي زندگين ۾ ڪاميابيون ۽ ڪامرانيون ماڻيو. پر اِهو به ياد رکو ته توهان جي زندگي ، علم ، عقل ، شعور ۽ صلاحتيون توهان وٽ وطن ۽ قوم جون امانتون آهن. جيڪڏهن وطن آهي ته اسان آهيون ۽ جيڪڏهن وطن هٿن مان نِڪري ويو ته اسان ڪجه به ڪون آهيون. پٺائيءَ مارئي جي زباني ڪيڏي نه بهترين ۽ خوبصورت عڪاسي ڪئي آهي ته:

سُونهَن وِڃايَم سومرا ، مَيرو مُنهن ٿِيوم

وَجھہ تتِ پَيوم ، جتِ هَلڻ ناھ حُسن رِي.
اِن ڪري اسان کي پنهنجي وطن ۽ قوم ڏانهن هر حال ۾ جوابدھ ۽ ذميوار ٿي پنهنجي پنهنجي حصي جو ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻو آهي.
تاريخ ۾ سنڌي قوم ڪا پهرين ۽ آخري قوم ڪونهي جيڪا قومي غلاميءَ جي هن بدترين صورتحال مان گُذري رهي آهي. ماضيءَ ۾ ايشيا ، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا ۾ به قومون غلام ٿيون آهن. پر اُنهن پنهنجي ڏاهپ ، حڪمت ، حوصلي ، همت ، بهادري ۽ لازوال قربانين وسيلي پنهنجيون آزاديون ماڻيون آهن ۽ اڄ هُو آزاد ۽ خوشحال زندگيون گذاري رهيون آهن.

يقينن اسان به ضرور آزاد ٿينداسون پر شرط اِهو آهي ته پنهنجن مضبوط جذبن ، اِرادن ۽ حوصلن سان پنهنجي وطن ، قومي آزاديءَ جي فِڪِرَ ۽ مُزاحمت سان ڪُلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهون. ايس آر اي توهان جي پنهنجي تنظيم آهي ۽ توهان مَنجهان ئي آهي. اِن ۾ وڌ ۾ وڌ شامل ٿي اُن کي اجان به وڌيڪ مضبوط ۽ منظم ڪيون ۽ مُزاحمتي جنگ کي تيز ڪري پنهنجي قومي آزاديءَ جي حاصلات کي يقيني بنايون. جيئن دنيا جي ٻين سمورين قومن وانگر آزاد ، خود مختيار ، خوشحال ، باوقار ۽ شانائتي طريقي سان رهي سگهون.

# ایس آر اے چیف کمانڈر سید اصغر شاہ کا خصوصي انٹرویو
## (اردو)

## پروفائیل:

[ سید اصغر شاہ کا جنم 1 اپریل 1971ع میں ضلع لاڑکانہ کے ایک چھوٹے سے گاؤں چھتو واھن کے ایک کسان گھرانے کے قومی کارکن سید غلام مصطفٰی شاہ کے گھر میں ھوا۔ آپ اپنی بُنیادی تعلیم سندھی چار جماعت اپنے گاؤں کے قریب دوسرے گاؤں احمد میتلا سے پاس کرنے کے بعد حیدر آباد مُنتقل ھو گئے۔ جھاں گورنمنٹ پرائمری اسکول کاری موری حیدر آباد سے سال 1981ع میں پانچویں جماعت پاس کی۔ آپ نے سیکنڈری تعلیم(میٹرک) سال 1986ع میں نور محمد ھائی اسکول حیدر آباد ، ھائیر سیکنڈری تعلیم(انٹر) پری انجینئرنگ سال 1988ع میں گورنمنٹ ڈگری کالج کاری موری حیدر آباد اور پولیٹیکل سائنس میں گریجویشن سال 1991ع میں گورنمنٹ اسلامیہ ڈگری کالج بدین سے حاصل کی۔ آپ پیشے کے اعتبار سے جامشورو پاور ھاؤس میں بطور ٹیکنیشن کام کرتے رہے۔ آپ نے اپنی سیاسی جدوجھد کی شروعات 1986ع میں جیئے سندہ اسٹوڈنٹس فیڈریشن(جساف) گورنمنٹ ڈگری کالج کاری موری حیدر آباد سے کی۔ جھاں دو سال یونٹ آرگنائزر رہے۔ آپ 1989ع ، 1990ع میں دو سال جساف گورنمنٹ اسلامیہ ڈگری کالج بدین کے جنرل سیکرٹری اور صدر رہے۔ آپ اپنے طالبِ علمی کے دور 1990ع سے مُزاحمتی سوچ ، افراد اور تنظیموں سے وابستہ رہے۔ آپ 1991ع سے 1993ع تک تین سال قومی تحریک میں اُس وقت کی مدھر پارٹی جیئے سندہ محاذ کی ذیلی تنظیم سندھی پورھیت سنگت یونٹ جامشورو پاور ھاؤس کے جنرل سیکرٹری ، صدر اور اُس کے بعد ضلعی صدر رہے۔ جنوری 1994ع میں شفیع محمد برفت اور سید اصغر شاہ نے دوسرے دوستوں کے ساتھ مِل کر جیئے سندہ انقلابی تنظیم کی بُنیاد رکھی۔ جس تنظیم کے سید اصغر شاہ 25۔ اپریل 1995ع میں سائیں جی ایم سید کی وفات ، جیئے سندہ کی مختلف پارٹیوں کے ساتھ انضمام اور جیئے سندہ قومی محاذ(جسقم) کی تشکیل تک مرکزی تنظیمی سیکرٹری رہے۔ آپ 1996ع سے 2000ع تک تقریباً پانچ سال

جسقم ضلع حیدر آباد کے آرگنائزنگ کمیٹی کے ممبر اور ضلع صدر رہے۔ جب نومبر 2000ع میں جیئے سندھ متحدہ محاذ(جسمم)کی بنیاد رکھی گئی تو سید اصغر شاہ خود اُس کے بانی رہنماؤں میں شامل تھے۔ 2000ع سے لیکر 2010ع تک ، دس سالہ عرصے میں جسمم کے مرکزی جوائنٹ سیکرٹری ، جنرل سیکرٹری اور سینئر وائس چیئرمین کے عہدوں پرفائز رہے۔ آپ جسمم میں رہتے ہوئے 2004ع سے لیکر 2005ع تک روپوش رہے۔ اُسی روپوشی کے دوران مرکزی جنرل سیکرٹری کی حیثیت میں 20۔ فروری 2005ع کو اختر کالونی کراچی سے پاکستان آرمی کے خُفیہ اداروں کے ھاتھوں لاپتہ ہوئے۔ آپ لگ بھگ ایک مہینہ کراچی اور حیدرآباد چھاؤنیوں میں آئی ایس آئی اور ایم آئی کے اذیت گاھوں میں رہے۔ جہاں آپ کو سخت جسمانی اور ذھنی تشدد کا نشانہ بنایا گیا۔ جس کے بعد آئی جی سندھ پولیس نے پریس کانفرنس کے ذریعے جسمم کے دیگر دوستوں کے ساتھ مُلک دشمنی ، دھشت گردی اور انڈیا کے ساتھ تعلقات ہونے جیسے چھ مختلف مُقدمات میں گرفتاری ظاھر کر کے سینٹرل جیل حیدر آباد منتقل کر دیا۔ سید اصغر شاہ کا جیل کے اندر چار سال تک اِن سائیڈ ٹرائل چلتا رھا۔ جیل کے اندر بھی پاکستانی ایجنسیوں کے کہنے پر مُقدمے کے پہلے سال انتہائی نظرداری میں سِیل اور بند وارڈوں میں رکھا گیا۔ آپ جیل میں ھی تھے کہ 31۔ دسمبر 2007ع کو آپ کے والد اور مُزاحمتی سفر کے ساتھی سید غلام مصطفٰی شاہ کا اِنتقال ہو گیا۔ آپ نے دورانِ قید کبھی پاکستانی عدالتوں کو ضمانت کے لیے درخواست نہیں دی۔ بلکہ سائیں جی ایم سید کے عدالتی بیان کے بعد سید اصغر شاہ ھی قومی تحریک کا رھنما ہے جنھوں نے عدالتوں میں ججوں کے سامنے سندھو دیش کی آزادی کا اقرار اور پاکستان سے انکار کا تحریری عدالتی بیان تیار کر کے پڑھا اور عدالت میں جمع کرایا۔ لیکن پاکستانی جھوٹی عدالتوں نے سقت نہ سمجھتے ہوئے آپ پر درج مُقدمات ختم کر کے 4۔ جنوری 2009ع کو بری کر دیا۔ آپ نے جیل سے رھائی کے بعد جسمم کو ایک دفعہ پھر ری۔ آرگنائز کرنے کے لئے پورے سندھ کا دورہ کیا۔ اِس دوران پارٹی اور اُس کے چیئرمین کے ساتھ سیاسی ، نظریاتی اور حکمت عملیوں کے اُصولی موقف اور بُنیاد پر تقریبا پورے دو سال پارٹی اداروں کے اندر جنگ لڑتا رھا تاکہ پارٹی کو موقع پرستی کا شکار ہونے سے بچایا جا سکے۔ لیکن آگے نیت کھوٹی ، بھانے ھزار کے سبب بِنا کِسی شور شرابے ، خاموشی کے ساتھ



علحدہ ہو کر اپنے پُرانے اور نئے ساتھیوں کے ساتھ مِل کر نئے سرے سے سیاسی و مُزاحمتی صِف بندی جاری رکھی۔ جس کو عملی جامہ پہنانے کے لئے کئی انقلابی ساتھیوں کے ساتھ مِل کر دسمبر 2010ع میں ایس آر اے کی بنیاد رکھی اور اُس کا سربراہ بنا۔ سید اصغرشاہ سال 2010ع سے لیکر زیرزمین تنظیمی نام شاہ عنایت اور سال 2012ع سے عملی طور پر تنظیم کے نام سے کاروائیاں جاری رکھنے والی تنظیم ایس آر اے کی کمانڈ سنبھالتا آیا ہے۔

ایس آر اے چیف کمانڈر سید اصغرشاہ کے انقلابی کمانڈ میں گُذشتہ بارہ سالوں سے پاکستانی فورسز، غیرملکی آباد کاروں ، چائنیز، مذہبی اِنتہا پسند تنظیموں اور پنجاب جانے والی سپلائی لائنوں پر حملے جاری رکھے ہوئی ہے۔

ایس آر اے کی جانب سے شائع ہونے والے پہلے ترجمان میگزین مُزاحمت میں آپ کا انٹرویو قارئین کے لیے پیش کیا جا رہا ہے۔ ادارہ]

مطلب واضح آهي ته هاڻي فيصلا ڳالهين سان نه بلڪ ڪلاشن جي ٽرگر سان ٿيندا. جنگ توڙي جو

تباهي آڻيندي آهي پر مستقل امن ۽ خوشحاليء لاء مظلومن ۽ محڪومن جي گودڙيء ۾ گرينيڊ جو هجڻ ۽ بهادر قومن جي نوجوانن جي سرن تي ڪفن ٻڌل هجڻ لازمي آهي ڇاڪاڻ ته:

”ڪانهي ڪا تاريخ ۾
ويڙهه سوا ٻئي واهه،

متان سوچو ساهه، متان
موٽو ماڳ تان.“

ان ئي ڪري هيءُ بحث هاڻي سنڌي قوم جي هر گهر ۽ هر آفيس ۾ ٿيڻ گهرجي ته ڇا وطن سنڌ جي قومي فوج ”سنڌوديش روولیوشنري آرمي“ جا هٿ مضبوط ڪري ڪارونجهر کان لڪيء تائين ۽ ڪشمور کان شاهبندر تائين سنڌ جي انچ انچ جي حفاظت ڪري تاريخ ۾ سُرخرو ٿجي يا ڪمزورن وانگر اجا تائين هن رياست اڳيان دانهون ڪوڪون ۽ آهه زاريون ڪرڻ گهرجن؟

# سنڌ جي موجوده سياسي صورتحال جو جائزو

## دودو آريسر

جيڪو وطن سياسي، معاشي، تاريخي ۽ ثقافتي طور غلام بڻيل هجي ۽ ان جو قومي وجود ۽ تشخص داء تي لڳل هجي، ان وطن جي سياسي صورتحال ڪيئن هوندي؟ ۽ ان صورتحال مان ڪيئن نڪرجي؟ انهن سوالن تي سنجيدگي ۽ دور انديشيء سان غور ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ڪيون ۽ سجي برصغير ڪي مذهب جي بنياد تي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو.

1947ع ۾ پاڪستان جهڙي غير فطري ملڪ پاڪستان ڪي ناهڻ جو فيصلو ان ئي سازشي نظرين ۽ چالبازين جو نتيجو آهي.

”انهي سازشي سوچ تحت هنن پنهجي پڳهادار سياسي قيادت پيدا ڪري ٻه قومي نظريي جي بنياد تي غيرفطري ورهاڱو ڪري جديد بيڪني راڄ اندر نئون بيڪيتي ملڪ قائم ڪيو ۽ هزارين سالن واري تاريخي وطن ڪي مذهب جي نالي جوڙيل چار ۾ ڦاسائي برطانوي لشڪر ۾ نوڪريون ڪندڙ پنهنجي وفادار پنجابي فوجي نائب قاصدن، برطانوي فوج جي جاسوس فوجي سپاهين، صوبيدارن ڪي ٻه فوجي ڦيٿون ”ڦول“ هٽي فوجي آفيسر مقرر ڪري، رائيفل جي طاقت جي زور تي هتان جي تاريخي سنڌي قوم سميت ٻين قومن مٿان مسلط ڪيو ويو ، جيڪو ڪنٽرول اڄ وڏي ورڻ ٿي آسمان کي پيو ڇهي.“

برطانيا سامراج ٻي عالمي جنگ جي نتيجي ۾ نئين پيدا ٿيندڙ صورتحال ۽ سجي برصغير اندر هلندڙ سياسي ۽ مزاحمتي تحريڪن سبب جڏهن پاڻ ڪي ڪمزور ٿيندي محسوس ڪيو ۽ هتان نڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته هنن جي سياسي ۽ فوجي عقابرن مستقبل ۾ پنهنجن سياسي ۽ معاشي مفادن ڪي اڳيان رکي پنهنجون سازشي نظريا ۽ چالون ڪيڏڻ شروع

پاڪستاني رياست جي قيام کان وٺي اڄ تائين هتان جي سياست تي مذهب ۽ فوج جو ڪنٽرول پئي رهيو آهي. پنجاب ۽ ان جي فوج ، مذهب ڪي پنهنجو اثاث(بنياد) سمجهي پنهنجون رياستي پاليسيون مرتب ڏيندي رهي آهي. ڪڏهن سڌيون مارشلائون ته ڪڏهن ڊونگي جمهوريتون آڏي مظلوم ۽ محڪوم قومن ڪي مستقل غلام رکڻ جون رٿابنديون ڪندا

رهيا آهن ته ڪڏهن سڄي دنيا کي فتح ڪرڻ جا خواب ڏسندا رهيا آهن.

انهي سازشي سوچ تحت هنن پنهنجي پڳهادار سياسي قيادت پيدا ڪري به قومي نظريي جي بنياد تي غيرفطري ورهاڱو ڪري جديد بيڪنڻي راڄ اندر نئون بيڪيتي ملڪ قائم ڪيو ۽ هزارين سالن واري تاريخي وطن کي مذهب جي نالي جوڙيل ڄار ۾ ڦاسائي برطانوي لشڪر ۾ نوڪريون ڪندڙ پنهنجي وفادار پنجابي فوجي نائب قاصدن، برطانوي فوج جي جاسوس فوجي سپاهين، صوبيدارن کي به فوجي ڦيتون "ڦول" هٽي فوجي آفيسر مقرر ڪري، رائيفل جي طاقت جي زور تي هتان جي تاريخي سنڌي قوم سميت ٻين قومن مٿان مسلط ڪيو ويو ، جيڪو ڪنٽرول اڄ وڏي وڻ تي آسمان کي پيو ڇهي. پاڪستان جهڙي غيرفطري، مذهبي فتنياز رياست جي قيام کان اڄ تائين هتان جي سياست تي مذهب ۽ فوج جي مداخلت تمام گهڻي رهندي آئي آهي، جيڪا هن وقت پنهنجي بدترين شڪل ۾ تمام گهڻو زور اختيار ڪري وئي آهي ۽ سنڌ جي موجوده اقتداري نام نهاد سياسي ڌر مڪمل طور تي پنجاب جي مفادن واري فوجي هٿ ڪنڊي وارو ڪردار ادا ڪري رهي آهي، جنهن جو مضبوط بنياد پنجابي فوج جي جرنيلن هڪ پڙهيل ۽ چالاڪ ماڻهو ذوالفقارعلي ڀٽي جهڙي ڊڪٽيٽر ذهنيت واري اقتدار ۽ ڪرسي جي بکئي جاگيردار گهراڻي جي نڳ اداڪار ۽ مڪار کان رکرايو ويو ، جنهن اقتدار جي حوس ۽ لالچ ۾ سموري سياسي اخلاقيات جا ٻَکيا اديڙي ڇڏيا ۽ عوامي جمهوريت جي دشمن قوت پنجابي فوج جو سات ڏئي بنگالي قوم جي تاريخي سياسي فيصلي ۽ ووٽ جو انڪار ڪري لکين بنگالين جي نسل ڪشيءَ قتل عام ڪرڻ ، بنگالي عورتن جون عصمت دريون ڪرڻ ۽ بنگال جي معاشي وسيلن جو استحصال ڪرڻ ۾ شامل ٿيو ۽ اقتدار جي بک پوري ڪرڻ لاءِ پنجابي فوج هٿان چاليھ هزار بلوچن جو به قتل عام ڪرايو ۽ سنڌي قوم پرست تحريڪ کي به فوجي طاقت سان ڪچلڻ ۾ ڪا ڪَسر ڪونه ڇڏي. اڄ به سنڌ ۾ ڀٽو جي باقيات زرداري مافيا ۽ گڏوگڏ ٻي پنجابي فوج جي آشيرواد واري نام نهاد سياسي قيادت طرفان گذريل پنجاه سٺ سالن کان مسلسل جاري پنجاب جي مفادن واري اقتداري سياست ڪرڻ سبب سنڌي قوم ۽ سنڌ وطن جي وسيلن ۽ تاريخي حيثيت لاء وڏو چيلينج پيدا ٿيل آهي، سنڌ جا قدرتي قومي وسيلا درياھ ، سمنڊ ۽ معدني وسيلا ۽ زمين مڪمل طور پنجاب جي قبضي ۾ ڏياري ۽ لکن جي تعداد ۾ ڌاري آبادي آڻي سنڌ ۾ آباد ڪري انهن کي مڪمل سهولتون ڏئي ، هاڻي باقي بچيل سنڌ جي سرڪاري زمينن جي والار تيز ڪئي وئي آهي. پاڪستان نهڻ کان وٺي هن وقت تائين سنڌ جي وڏيرڪي ويڪائومتئين طبقي ۽ ڪاموراشاهي پنهنجي خصيص مفادن، نٽ نانگرن ، عياشين ۽ ماڻهن تي پنهنجو رعب دٻدٻو قائم رکڻ لاء سرڪاري مشينري جي مدد حاصل ڪرڻ خاطر پنجاب سامراج جي چاپلوسي ڪري سنڌ وطن جو سڀ ڪجھ نيلام برباد ڪري ڇڏيو آهي ۽ وقتي اقتدار جي حوس ڪين ايترو انڌو ڪري ڇڏيو آهي جو سنڌي مظلوم قوم جو فرد هوندي ٻہ سنڌ جي قدرتي ، معدني ، معاشي وسيلن جي تيز ڪيل ڦرلٽ جي نتيجي ۾ ٿيندڙ تباهي جا مستقبل ۾ نڪرندڙ خطرناڪ نتيجا ۽ اثر به هنن کي نظر نٿا اچن . ان سان گڏ سنڌ جي وڏن شهرن ۾ سياسي طور مضبوط ڌرين خاص طور ايم ڪيو ايم ۽ مذهبي جماعتن جو شروع کان اڄ تائين سنڌي قوم ڏانهن متعصبانا رويو هجڻ سبب ۽ پنجاب سامراج جي ڏنڊي جي خوف سبب خوشنودي حاصل ڪرڻ سبب هنن ڪڏهن به ٻين صوبن مان آيل لکن جي تعداد ۾ ڌارين ماڻهن جي ڪراچي سميت سڄي

سنڌ ۾ آبادڪاري ۽ سنڌ جي وسيلن جي ڦرلٽ، پيداوار ۽ روينيو تي وفاق جي نالي تي پنجاب جو مڪمل قبضو هجڻ خلاف آواز اٿارڻ ته پري جي ڳالهه پر اصولي طور ڳالهه ڪرڻ به نظر نٿو اچي. ان سان گڏ سنڌي سمنڊ تي قبضو هجي، ٻيٽن جي نيلامي هجي، بحريا ٽائون، ڊي ايچ اي سميت وڏيون وڏيون ميگا اسڪيمون ۽ پروجيڪٽ هجن يا ڪراچي، حيدرآباد، ٺٽو ۽ ڄامشورو ضلعن ۾ ويجهي هلندڙ وقت ۾ لکن جي تعداد ۾ ڌارين جي يلغار ۽ لکين ايڪڙ زمين تي والار وارا برندڙ مکيه مسئلا هجن پر انهن معاملن مسئلن تي انهن تعصبي ۽ لساني سوچ وارن توڙي مذهبي جماعتن جو ڪردار خاموشي وارو ۽ سنڌ دشمن نظر اچي ٿو . تازو سرڪاري طور جيڪا سازش تحت ڪوڙي آدم ڳڻپ ٿي آهي ان تي راضي هجڻ ڏيکاري ٿو ته انهي ۾ به هنن جي پنجابي اسٽيبلشمينٽ سان سازبازي ٿيل آهي ۽ هي سڀ سياسي طور پنجاب جي مفادن واري سياست ڪري پنهنجي حمايتي عوام کي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي مستقل مفادن کان الڳ رکڻ ۾ سدائين ساڳيو سنڌ دشمن ڪردار ادا ڪندا پيااچن، هنن جون ڪٽل ۽ محدود لالچي نظرون صرف ڪراچي، حيدرآباد جي بلدياتي ادارن تي ۽ صوبائي وفاقي سطح تي اقتداري هڏي حاصل ڪرڻ تي آهن. انهي ڪري پنهنجا پيٽي مفاد پورا ڪرڻ لاء پنجاب سامراج ۽ ان جي لشڪر اڳيان گوڏا ٽيڪي سجدا ڪري پنهنجي منافقانا گروهي ۽ لساني سوچ جي آبياري برقرار رکيو ٿا اچن ۽ وڏي ڳالهه ته ڪراچي جهڙي اسان جي اهم ۽ صنعتي ڪاروباري شهر ۾ آيل لکين پنجابي، پناڻ ، افغاني ، بهاري، برمي هنن لساني مذهبي رجعت پسند جماعتن کي نظر نٿا اچن پر هنن کي ٻهراڙي جي علائقن مان اچي پنهنجي شهر ڪراچي ۾ آباد ٿيل سنڌي ماڻهن مان تڪليف ٿي محسوس ٿئي. سرڪاري نوڪرين کان وٺي صنعتي ادارن يا تعليمي ادارن ۾ سنڌين جي داخلا تي هنن پڙهيل لکيل ماڻهن کي به اعتراض آهن پر لکن جي تعداد ۾ آيل ڌارين تي اعتراض ناهن . سنڌي ماڻهن سان وري وڏو الميو اهيو آهي ته ڪراچي ۾ آيل سنڌي ماڻهن کي تڪليفون ۽ لاوارثي به پ پ پ سرڪار طرفان ٿيون ملن پر اسانجو غير سياسي سادو سنڌي ماڻهو شعوري لاشعوري طور انهي سنڌ دشمن ٽولي جو وڏو سپورٽر بڻيل رهيو آهي ، حالانڪ ڪراچي ۾ سنڌي ماڻهن جي مڪمل مالڪي ساجاوند قومپرست جماعتن ۽ قومي ڪارڪنن طرفان ڀرپور ڪئي تي وڃي پر گڏاپ کان وٺي ابراهيم حيدري تائين مواچ ڳوٺ کان ميمڻ ڳوٺ چوڪنڊي، درساڻو ڇنو تائين سنڌي ماڻهو مڪمل طور سنڌ دشمن غدار ٽولي زرداري مافيا سان سپورٽر طورآهي، جيڪو عمل وڏي ناداني ، پنهنجو پاڻ سان دشمني ۽ وطن دشمني جي مترادف آهي ۽ پ پ، مسلم ليگ، جماعت اسلامي توڙي ٻيون سڀ وفاق پرست جماعتون لکن جي تعداد ۾ آيل پنجابي پناڻ ڌاري آبادي واري معاملي تي مڪمل طور انهن ڌارين جون سهولتڪار ، مددگار ۽ پاسدار رهيون آهن پر انهن سنگين سنجيدا مسئلن تي ايم ڪيوايم جو خاموش هجڻ منافقانا سياست جو کليو اظهار آهي باقي سنڌي ماڻهن جي سرڪاري نوڪرين ، صنعتي ادارن ۾ سنڌي ماڻهن جي مزدوري ، تعليمي ادارن ۾ سنڌي شاگردن جي داخلائن ۽ سوين سالن کان قائم سنڌين جي قديم ڳوٺن، ڪچين آبادين تي ڪين تعصب ،ساڙ ۽ اعتراض آهي.

پوئين پندرنهن سالن تائين سنڌي ماڻهن جي ووٽ تي اقتدار ۾ رهندڙ پ پ پ يا زرداري مافيا جيڪي سنڌ دشمن فيصلا ۽ عمل ڪيا آهن، انهيء جي نتيجي ۾ سنڌي ماڻهوبک، بدحالي ، بيروزگاري ۽ پيانڪ غربت، مهانگائي ۾ پوڳي رهيو آهي ۽ پنهنجي

وسيلن هوندي هن قوم جي اها بدتر حالت صرف انهيءَ ڪري آهي جو سنڌي ماڻهو حقيقي طور سياست ڪان لاتعلق آهي ۽ اقتداري ووٽ واري سياست لاءِ طريقي طور پنجابي اسٽيبلشمينٽ طرفان مروج ڪيل سنڌ ۾ ذاتين، برادرين، قبيلن ۽ وڏيرن، زميندارين، پيرين ۽ مرشدين ۽ ان سان گڏ خاص طور رياستي ۽ سرڪاري مشينري جي ڀرپور سهڪار ڪي ووٽ وٺڻ جو اهم ذريعو بڻايو ويو آهي ۽ هتي اليڪشنون پولنگون ۽ ڪوڙا سياسي پليٽ فارم سڀ فقط اسٽيج شو ۽ ڊراميبازيون آهن. فقط سنڌي ماڻهن کي ڪنٽرول ۾ رکڻ لاءِ ڪيو ٿو وڃي.

توهان ڏسو ته دنيا جي اندر مهانگائي عوام جو بنيادي مسئلو سمجهي تمام وڏيون سگهاريون تحريڪون هلائي حڪمرانن کي ڪيل فيصلا واپس وٺڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي ، ڇو ته اتان جو عوام حڪومتن جي چونڊ ۾ عملي طور ۽ سياسي جمهوري طور شامل هوندو آهي پر هتي ايئن بلڪل ناهي ۽ مهانگائي ماڻهن کي ٻن ويلن جي ماني لاءِ به پنڻ جهڙو ڪري ڇڏيو آهي پوءِ به عام عوام پنهنجي بنيادي مسئلي تي خاموش رهيو آهي، ڪيڏي نه ستم ظريفي ۽ بي حسي آهي جو ماڻهو بک بيروزگاري سبب خودڪشيون ڪن ٿا، سماجي ڏوهن ۽ برائين جي ور چڙهي ذليل خوار ٿين ٿا پر احتجاج دانهن يا عوامي سياسي مزاحمت نٿا ڪن!

اهڙي صورتحال ۾ سنڌ جي نوآبادياتي نظام جي حيثيت واري سنڌ حڪومت جيڪي به سنڌ دشمن فيصلا ڪيا آهن ، انهن جو ڀيانڪ اثر سنڌي قوم کي صدين تائين ڀوڳڻو پوندو، جنهن ۾ خاص طور سنڌي سمنڊ جي بندر جو وڪرو، سنڌو درياهه جي پاڻي تي پنجاب جي قبضي تي رضامندي، سنڌ جي قدرتي، معدني وسيلن جي نيلامي سنڌ مان ملندڙ روينيو تي پنجابي وفاق جو مڪمل قبضو ، سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين پڳڙن مٿ تي وڏن بلڊرن ، ٺيڪيدارن کي ڏيڻ ۽ اتي ڌاري آبادڪاري جي نه صرف اجازت ڏيڻ پر ان سان گڏ انهن کي سموريون بنيادي سهولتون ڏيڻ ۽ هاڻي تازو سنڌ جي ٽيرنهن لک ذرعي زمين پنجابي فوج حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪرڻ ، سرڪاري طور آدم گهٽ ۾ڪروڙ کن سنڌين جي گهٽ ڪٽي ۽ ايتري ئي ڌارين جي آباد ڪرادو انگن اکرن ۾ وڌائڻ جهڙا سنڌ دشمن ۽ قوم دشمن فيصلا قبولڻ زرداري مافيا جا ناقابل تلافي قومي گناهه آهن پر انهن سمورن سنڌ دشمن فيصلن خلاف سنڌ ۾ ڪا به فيصلاڪن ۽ سگهاري عوامي سياسي تحريڪ نه هلڻ جو سبب به سواليا بڻيل آهي.

ياد رهي ته زرداري مافيا واري نوآبادياتي سنڌ سرڪار ڪارونجهر جي نيلامي جو اشتهار جهڙي طرح ڊرامائي انداز ۾ پنهنجي اقتدار جي آخري ڏينهن ۾ جاري ڪيو ۽ وري ڊراميبازي سان ملتوي ڪيو آهي ان مان صاف ظاهر آهي ته هنن پنهنجن سنڌ دشمن فيصلي کي واپس ناهي ورتو پر صرف وقتي طور ملتوي ڪيو آهي ۽ ان ڪانپوءِ موجوده نگران سنڌ حڪومت ۾ پ پ ۽ پنجابي اسٽيبلشميٽ جي مشاورت سان اهي ساڳيا ئي مهرا شامل ڪرايا آهن، جيڪي ڪارونجهر جبل جي نيلامي سميت سنڌي جي سمورن معدني وسيلن جي نيلامي ۾ اهم ڪردار رهيا آهن، جن ۾ نگران وزارتن ۾ شامل رٽائرڊ ڪامورو يونس ڍاگا ۽ زرداري مافيا جو خاص ماڻهو خدابخش مري اهم ماڻهو آهن، جن سنڌ ۾ ڪارونجهر جي گرينائيٽ پٿر، ڄامشورو ۽ ٺٽي ضلعي جي اندبس سليڪان سينڊ، چائنا ڪلي مٽي، چن جون ڪاٽيون، ريتي بجري سميت سنڌ جي تيل ، گئس ، ڪوئلي جي زخيرن تي خاص سروي ڪرائي نشاندهي ڪرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. جنهن جي ثابتي انهن

ڪردارن جي تازي ميڊيا بريفنگ آهي جنهن ۾ هو واضح طور چون پيا ته پاڪستان جا معاشي حالات تمام خراب آهن، انڪري سنڌ جا معدني وسيلا ٻاهرين ڪمپنين کي وڪڻي پاڪستان کي بحران مان ڪڍي بچائڻو آهي. ڏسو ته ڇا حالت آهي جو زرداري مافيا سميت سمورين سنڌ دشمن مافيائن جي ڄڻ تہ سنڌ ڇاهتر سالن کان پنجابي جرنيلن جي پاڪستان کي تاتڻ پالڻ جو ٺيڪو کنيو آهي ۽ گذريل مُني صدي کان سنڌ جو سڀ ڪجهه ڦُري لُٽي کائڻ کانپوءِ به جيڪڏهن پنجابي جرنيلي مافيا جو گهر پاڪستان تباهه ٿو ٿئي ته بچائڻ جو ٺيڪو سنڌ تي آهي ڇا جو معدني وسيلا وڪڻي سندن پوري ڪري بچائيندا؟

هِڪ طرف سنڌ وطن جي زمينن ، وسيلن ۽ جاگرافيائي سرحدن تي ايڏي وڏي سطح جو ڌاڙيو حملو ۽ قبضو جاري آهي تہ ٻئي طرف پنهنجي وطن جي آزادي ۽ حقن جي جدوجهد جي پاداش ۾ سنڌ جي سياسي تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ اڄ بہ پنجاهه کان مٿي قومپرست ڪارڪن پاڪستاني ايجنسين هٿان ڪنهي گُم ڪيا ويا آهن . جيڪي ڪيئي سالن کان پاڪستاني فوجي ڇاوڻين جي ٽارچرسيلن ۾ قيد وبند جون تڪليفون ڪٽي رهيا آهن. ٽئين طرف پاڪستاني رياست پنهنجي ئي پاليل ڌاڙيلن جي معرفت سنڌو درياهه جي ٻيلي واري زمينن تي ڌاڙيل گردي جي بهاني قبضو ڪرڻ لاءِ فوج ۽ رينجرز جي اٿالن کي ڪاهي لهي پئي آهي. چوٿين طرف شهيد افضل لُنڊ جهڙن سنڌ جي سرگرم قومپرست ڪارڪن کي چونڊي چونڊي ٽارگيٽ ڪري شهيد ڪيو پيو وڃي.

اُن سڄي صورتحال مان نڪرڻ لاءِ سنڌ کي هاڻي هِڪ وڏي ويڙهاند جي تياري لاءِ اٿي کڙو ٿيڻو پوندو. مُزاحمت ئي وطن بچائڻ جو اهو ئي آخري معرڪو ۽ مورچو آهي.

سوين آيا سنڌ ۾ نوان نادر شاهه،

ڪانهي ڪا تاريخ ۾ ويڙهه سوا ٻي واهه،

متان سوچو ساهه ، متان موٽو ماڳ تان ....(اياز)

# سنڌ جي قومي تحريڪ جي موجوده صورتحال جو جائزو

هوش محمد سنڌي

سنڌ جي موجوده قومي تحريڪ کي تاريخي تناظر ۾ پاڻ ٻن الڳ الڳ دورن ۾ ورهائي سگهون ٿا:

**(الف) 1947ع پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ 1972ع تائين سنڌ جي خودمختياري ۽ قومي وجود جي بقا جي جدوجهد**

پاڪستان ٺهڻ سان ئي 1948ع ۾ سنڌ جي شهه رَڳ ڪراچي شهر کي سنڌ کان ڪسي وفاق (پاڪستان) جي حوالي ڪيو ويو ، جنهن تي سائين جي ايم سيد سميت سنڌ جي گهڻ گهرن سياستدانن ڀرپور ڳڻتيءَ جو اظهار ڪيو ۽ سنڌ جي جاگرافيائي وجود جي سالميت ۽ بحالي جي جدوجهد ڪئي. جنهن جي پاداش ۾ سائين جي ايم سيد کي گرفتار ڪري جيل ۾ وڌو ويو. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ جي قومي تحريڪ جي شروعاتي جدوجهد ان وقت کان شروع ٿئي ٿي .

ان کانپوءِ خاص ڪري 1954ع کان 1970ع تائين سنڌ جي قومي وجود ( جاگرافي) کي ئي ختم ڪرڻ کانپوءِ ون يونٽ خلاف سنڌين جي تاريخي شاندار، ڪامياب ۽ ڪٺيل جدوجهد جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ وارو دور، جنهن ۾ ون يونٽ هيٺ سنڌ جي هزارين سالہ الڳ تاريخي وجود کان ئي آئيني طور انڪار ڪيو ويو. هيءَ سنڌين جي سيني تي وڏو وار هيو. پر اُن سڄي اونداهي دور ۾ بہ سنڌين کو هِڪ ڏينهن ۽ هِڪ رات ائين خالي نہ ڇڏي ، جنهن ۾ حملي آور پنجابي فوجي اسٽيبلشميٽ سان پنهنجي وجود جي بقا ۽ آزاديءَ لاءِ نہ جهيڙيو هجي ، هِن دفعي سنڌين جي قومي وجود جي بقا جي جنگ اڳئين مورچي جي اڳواڻي سنڌ جي آزاديءَ جي علمبردار سائين جي ايم سيد ، شيخ اياز ،. حيدر بخش جتوئي ، ابراهيم جويو ، رسول بخش پليجو ۽ سنڌ جي ٻين سوين سياسي ، علمي ، ادبي شخصيتن پئي ڪئي ، جن اينٽي ون يونٽ فرنٽ ناهي ، سنڌ کي اُن آڙاه مان ڪڍڻ جي تاريخي جدوجهد ڪئي ۽ آخرڪار سنڌ جي وجود مٿان ڪيترن ئي ڏهاڪن کان طاري اُها ڪاري رات ختم ٿي ۽ 1970ع ۾ ون يونٽ ٽُٽي ويو ۽ سنڌ پنهنجي الڳ جاگرافيائي سُڃاڻپ واري حيثيت بحال ڪري ورتي . پر ان کان سُتت ئي پوءِ 1971ع ۾ پاڪستان ٽُٽي ويو ۽ بنگالين جي الڳ ٿي وڃڻ ۽ بنگلاديش ٺهي وڃڻ کانپوءِ سنڌ سميت سمورين ننڍين قومن مٿان پنجاب سامراج جو نہ صرف فوجي قبضو (جيڪو پاڪستان ٺهڻ کان وٺي اڳي ئي هيو) قائم ٿي ويو پر رهيل پاڪستان ۾ پاڪستاني نظام جي جمهوريت جي روپ ۾ لڪل پنجابين جو عددي اڪثريت جو قبضو پڻ ٿي ويو، جنهن جو فورن ادراڪ سائين جي ايم سيد کي ٿي ويو ۽ سائين جي ايم سيد واضح طور پنهنجي سياست جو رستو تبديل ڪيو ۽ سنڌ جي قومي وجود کي نئين پاڪستاني نظام ۾ هميشہ لاءِ غرق ٿي وڃڻ کان بچائڻ لاءِ 1972ع ۾ سنڌ جي مڪمل آزاديءَ جي تحريڪ هلائڻ جو اعلان ڪيو ، جنهن کانپوءِ سنڌ جي قومي تحريڪ جو ٻيون انقلابي دور شروع ٿئي ٿو.

(ب) 1972ع کانپوءِ اڄ سوڌو هلندڙ قومي تحريڪ جي ٽئين فيز يعني جيئي سنڌ هلچل يا سنڌ جي آزاديءَ جي جدوجهد

سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ کي پاڻ جيڪڏهن گذريل اڌ صديءَ جي آزاديءَ جي تحريڪ جي پئماني تي رکي موجوده وقت ۾ اُن جو طائرانہ تجزيو ڪريون تہ اسانکي اُنهن پنجاهہ سالن جي مزاحمتي ولوڙ ۾ هيٺين مرحليوار ڌارئي لُٽيارن خلاف قومي جدوجهد جي حاصلاتن ۽ نتيجن کي ضرور بحث هيٺ آڻڻو پوندو.

سنڌ جي موجودہ قومي تحريڪ کي جيڪڏهن پاڻ مختلف دورن ۾ ورهايون تہ هِن کي پڻ پاڻ ٽن مختلف دورن ۾ ورهائي سگهون ٿا:

(الف) سائين جي ايم سيد جي زندگي ۾ هليل جيئي سنڌ تحريڪ

(ب) سائين جي ايم سيد جي وفات کانپوءِ جيئي سنڌ جي تنظيمن جي ٽيندڙ نئين انضمام(جسقم) نهڻ کانپوءِ هليل تحريڪ

(ت) جسقم مان الڳ ٿي ڪيترن ئي الڳ الڳ پارٽين ۽ گروپن ۾ ورهائجي هلندڙ تحريڪ

## قومي تحريڪ جو پَسمظر ، لُٽيارن ۽ حاصلاتون:

قومي تحريڪ جو ماضي سنڌ جي آزادي ۽ حقن جي جدوجهد سان انتهائي مزاحمتي ، ويڙهاند ۽ رياست سان اٽڪاءَ وارو رهيو آهي. جيل تارچر سيل ،سَختيون ، شهادتون ۽ هر دور ۾ رياستي ادارن سان ٽڪراءَ جيئي سنڌ هلچل جي تحريڪي طاقت جو نمايان اظهار ۽ ڪردار بڻيل رهيو آهي.

> ”جيئي سنڌ هلچل جي پنهنجي پوئين پنجاهہ سالن جي تاريخي تسلسل ۾ هِڪ ڏينهن بہ اهڙو نہ هوندو ، جنهن ۾ پاڪستان جي هٿرادو رياست ۽ پنجاب جي فوجي قبضي خلاف سنڌ جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ دُشمن کي اولاريو ۽ للڪاريو نہ هُجي ۽ يا جيئي سنڌ جهڙپن کان خالي هُجي . اهوئي سنڌين جي اڌ صديءَ جي آزاديءَ جي تحريڪ جو مزاحمتي تسلسل آهي ، جيڪو اڄ سوڌو جاري آهي.“

1971ع ۾ بنگلاديش جي ٽُٽي وڃڻ کانپوءِ بقايا بچيل پاڪستان ۾ پنجابين جي فوج ، اسٽيبلشمينٽ جي نئين آئين ۽ جمهوريت جي نالي ۾ پنجابين پاران باقي سيني ننڍين قومن جي زمين ، وسيلن ۽ قومي وجود کي ڳهي وڃڻ جي ڪوشش هُئي ۽ سنڌ وطن مٿان پنجاب سامراج جو هيءَ حملو ذوالفقار علي ڀُٽي جهڙي دلال سياستدان جي هٿان پاڪستان جي ناهيل نئين 1973ع جي آئين جي صورت ۾ قانوني طور ڪيو پئي ويو . حالانڪ سمورين ننڍين قومن تي پنجاب سامراج جو فوجي قبضو تہ پهرئين ڏينهن کان ئي هيو پر هاڻي اُنکي پاڪستان جي آئين جي قانوني شڪل ڏئي سنڌ جي وجود کي ئي ڳِيٽ ڏئي ڳهيو پئي ويو ، جنهن جو ادراڪ سائين جي ايم سيد کي

تي ويو . هاڻي سنڌ مٿان ڌاڙي حملي جي يلغار ۽ للڪار جي شڪل هيءَ هُئي ، ان صورتحال کي مُنهن ڏيڻ لاءِ سنڌ جي قومي تحريڪ جيئي سنڌ هلچل جو مورچو ناهي پنهنجو مهاڏو اٽڪايو.

جيئي سنڌ هلچل جي پنهنجي پوئين پنجاهه سالن جي تاريخي تسلسل ۾ هڪ ڏينهن به اهڙو نه هوندو ، جنهن ۾ پاڪستان جي هٿرادو رياست ۽ پنجاب جي فوجي قبضي خلاف سنڌ جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ دُشمن کي اولاريو ۽ للڪاريو نه هُجي ۽ يا جيئي سنڌ جهڙپن کان خالي هُجي . اهو ئي سنڌين جي اڌ صديءَ جي آزاديءَ جي تحريڪ جو مزاحمتي تسلسل آهي ، جيڪو اڄ سوڌو جاري آهي.

پاڪستاني رياست ۽ ان جي شاتر ايجنسين پاران جيئي سنڌ هلچل کي ٽوڙڻ ، ڪمزور ڪرڻ ، منتشر ڪرڻ ۽ ان ۾ پنهنجي پينيٽريشن ذريعي پنهنجي ايجنٽن کي موڪلڻ جي سوين هزارين حرڪتن ۽ حرفتن باوجود سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ پنهنجي تاريخي تضاد جي سچ جي طاقت سان عوامي انقلابي مزاج ۾ پرپور متحرڪ ۽ منظم پئي رهي آهي. جيئي سنڌ هلچل دشمن قوتن جي ايجنٽن جي سازشن ۽ نفسياتي پروپيگنڊا جي حملن ۾ وقتي طور ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار پلي پئي رهي هُجي پر سائين جي ايم سيد جي انقلابي فڪر جي طاقت ۽ سنڌ جي تاريخي ويڙهاند واري ڦوڪيل روح جي طاقت سان بيهر اُنهن سمورن دشمن سازشي حملن ۽ نفسياتي جنگين مان نِڪري وري وڌندي پئي رهي آهي. اهو ئي جيئي سنڌ هلچل جي عوامي مِزاج ۾ تبديل ٿي وڃڻ ۽ قومي تحريڪ جي سِنڌين ۾ جَڙون هٽي وڃڻ جو سگهارو سياسي ، انقلابي ۽ شعوري پهلو پئي رهيو آهي.

پوئين پنجاهه سالن ۾ پنجاب سامراج جي هزارين ڪوششن ۽ هيڏي وڏي فوجي طاقت باوجود به هو سِنڌ کي ائين سولو ڪري ماري مجائي ختم ڪري يا ڳِهي ناهن سگهيا.

سنڌين جيئي سنڌ هلچل جي تحريڪ جي ڪيترن ئي الڳ الڳ طريقن ۽ مورچن کي اپنائي پنهنجي قومي وجود جي جنگ پئي وڙهي آهي ۽ سنڌ جي زمينن جي والار ، سمنڊ ۽ درياهه تي قبضي ، وسلين جي لُٽ مار سميت سمورن سنڌ دُشمن منصوبن خلاف، سنڌي جيئي سنڌ جي مورچي مان هيل تائين پنهنجي جنگ جاري رکيو ٿا اچن، اها ئي سنڌين جي هيل تائين قومي وجود کي بچائيندو اچڻ ۽ قومي وجود تي ٿيندڙ مسلسل ڌارئي حملن خلاف مهاڏو اٽڪائي بيٺو رهڻ ئي وڏي حاصلات آهي، جو اڄ به سنڌ جي شهر شهر ، ڳوٺ ڳوٺ ، جهر جهنگ سنڌين ۾ پنهنجي وطن جي حفاظت ، پنهنجي وسيلن ، پنهنجي درياهه ، پنهنجي سمنڊ ، پنهنجي ٻولي ۽ قومي سُڃاڻپ (ڪلچر) جي جاڳ ۽ هلچل موجود آهي . سنڌ جي سجاڳي ۽ آزاديءَ جي هلچل ۾ مزاحمت موجود آهي ، مزاحمت زنده آهي ، مزاحمت جاري آهي ، اها ئي سنڌين جي قومي تحريڪ جي وڏي حاصلات آهي. هِن حاصلات ۾ جيئي سنڌ جي سوين اڳواڻن ۽ هزارين ڪارڪنن جو رَت ست ، شهادتون ، قربانيون، جيلون ، ٽارچر سيلون ۽ وطن جي آزاديءَ لاءِ هر دور ۾ ڪيل مزاحمتون شامل آهن.

(ڪِسي ني تو نَقش ڪينچي هونگين، تب جا ڪي يي بَنا هي رَستا ،

ڪهان يہ اُن سي جُدا هي رَستا ، يي منزلون سي جُڙا هي رَستا ....)

پيش منظر:





جيئي سنڌ هلچل هِن وقت بظاهر ڀلي ڪيترن ئي الڳ الڳ پارٽين ۾ ڏَڙن ۾ ورهايل آهي پر پنهنجي مقصد ، پنهنجي منزل، پنهنجي نظرئي ، پنهنجي تاريخي دعويٰ ۾ سنڌ جي آزاديءَ جي جدوجهد تان ڪڏهن بہ دستبردار نہ ٿي آهي ، اڃا بہ اڳي کان اڳڀري آهي.

جيئي سنڌ هلچل جي موجوده صورتحال جو جائزو هِنن ٽن پهلوئن کان وٺي سگهون ٿا:

## (الف) جيئي سنڌ هلچل (قومي تحريڪ) جو سياسي جدوجهد وارو پاسو:

جيئي سنڌ هلچل هِن وقت بہ سنڌين جي وڏي ۾ وڏي مقبول ترين عوامي تحريڪ بڻيل آهي. سنڌ جي قومي وجود تي حملن کان وٺي سنڌ جي زمينن تي والار جو مسئلو هجي ، يا سمنڊ ۽ درياھ تي قبضي جي ڪوشش ، سنڌ جي ٻيٽن جو مسئلو هجي يا سنڌ ۾ ڌاري آبادڪاري خلاف جدوجهد ، جيئي سنڌ هلچل جون سموريون پارٽيون سنڌ جي انهن سمورن مسئلن تي هر وقت تحرڪ ۾ سرگرم ۽ سرگردان آهن . اهو ئي سبب آهي جو جيئي سنڌ جا ڪارڪن مسلسل رياستي عتاب ۾ آهن ، هر روز سڄي سنڌ مان ڪيترائي ڪارڪن گرفتار ڪري ڪنيي گم ڪيا وڃن ٿا ، جن قومي ڪارڪنن مان وڏو تعداد اڄ بہ ڪراچي ۽ حيدرآباد سميت سنڌ جي مختلف جيلن ۾ سنڌ جي آزادي جي جدوجهد جي ڏوھ ۾دهشتگردي ۽ بغاوتن جي ڪيسن ۾ قيد و بند جون صعوبتون ڪاٽي رهيو آهي، ڪيترائي ڪارڪن ڪيترن ئي سالن کان ايجنسين پاران ڪنيي گم ڪيا ويا آهن ، جيڪي پاڪستاني فوج جي ڇاوڻين جي ٽارچر سيلن ۾ قيد ۾ آهن. ڪيترائي قومي ڪارڪن روپوشي ۽ جلاوطني جي زندگي گذاري رهيا آهن. قومي تحريڪ جي موجوده صورتحال ۾ پاڪستاني رياست جي قومي تحريڪ خلاف انهيءَ سطح جو آپريشن ۽ ڪُچلڻ وارو عمل پڻ سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ جي زنده ۽ متحرڪ هُجڻ جو وڏو ثبوت آهي.

البتہ هيءَ سياسي تنقيد پڻ ڪنهن حد تائين جائز ۽ مسبوب ٿي سگهي ٿي تہ سنڌ جي موجوده صورتحال ۾ جنهن سطح جي سنڌ تي هَلان ۽ حملو آهي، هِن وقت قومي قيادت يا قومي تحريڪ کي ان ئي سطح جي سنجيدگيءَ سان وسيع تر سياسي ، قومي ۽ مزاحمتي جدوجهد تيز ڪرڻ ۽ ڪنهن نتيجا خيز مرحلي ۾ داخل ڪرڻ جي ضرورت آهي . اُن پارٽ تي قيادت ، ان جي پاليسين ۽ ان جي سياسي جدوجهد جي حڪمت عملين تي ڪافي ڪمزوريون ۽ ڪوتاهيون پڻ موجود آهن. پر اُنهن ڪمزورين جو تعلق قومي تحريڪ جي فڪري يا نظرياتي پاسي سان نہ آهي بلڪ قومي تحريڪ ۾ موجود پارٽين جي تنظيمي پُختگيءَ واري پاسي سان وابسطا آهي. هاڻي پاڻ اُن پاسي تي اچون ٿا ؛

## (ب) جيئي سنڌ هلچل (قومي تحريڪ) جي پارٽين جو تنظيمي پاسو:

جيِئي سنڌ هلچل يا قومي تحريڪ جي پارٽين جي اندروني تنظيمي سسٽم يا جوڙجڪ جي مضبوطيءَڪي لاجيڪل طريقي سان پاڻ هِن ترتيب ۾ رکي جائزو وٺنداسين:

1.**نظريو** 2. **تنظيم** 3. **جدوجهد**

ڪنهن بہ سياسي يا انقلابي جدوجهد جو پهريون فيز هوندو آهي فِڪري فيز ، اُهو فِڪر طئي ڪندو آهي تہ موجوده وقت ۾ اُهو تضاد ۾ ڪيترو ڇٽو ، مضبوط ۽ حالتن سان نهڪندڙ آهي. اهو فڪر پنهنجو بنياد انهي سياسي نظرئي جي بنياد تي رکندو آهي. نظريو

يا فڪر جيترو مضبوط ۽ منظم هوندو تہ حالتن پٽاندڙ پنهنجو پاڻ کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ تنظيم بہ اوتري ئي طاقتور طريقي سان جوڙيندو ۽ پنهنجي بئي تنظيمي مرحلي ۾ داخل ٿيندو ۽ ان کان اڳتي پوءِ ٽيون مرحلو اهو ايندو آهي تہ تنظيم جيتري مضبوط ۽ منظم هوندي ، جدوجهد اوتري ئي زوردار ، طاقتور ۽ نتيجا خيز ٿيندي ويندي . هتي جيئي سنڌ هلچل جي معاملي ۾ ڪيترن ئي داخلي ۽ خارجي سببن ۽ مداخلتن جي ڪري نتيجو وري بلڪل اُبتڙ پئي نڪتو آهي . سائين جي ايم سيد جو نظريو يا سنڌ جي آزاديءَ جو قومي فڪر جيڏو تاريخي سچ ۽ قومي تضاد جي چٽائيءَ ۽ مضبوطيءَ سان بيٺل آهي ، ان نظرئي تحت ڪم ڪندڙ پارٽين ۽ خاص ڪري پارٽين جي گهٽي تٽي قيادت وري اوتري ئي غير تنظيمي ۽ غير انقلابي رَوش يا سياسي حڪمت عملين ۾ گوٺنات جو شڪار پئي رهي آهي. ان نظرئي کي هِڪ مضبوط ۽ منظم قومي انقلابي تنظيم ۾ تبديل ڪرڻ قومي قيادت جو ڪم هوندو آهي. پر هتي ڪيترن ئي داخلي (اندروني ) ۽ خارجي (ٻاهرين رياستي مداخلت) جي سببن جي ڪري جيئي سنڌ هلچل پنهنجو اهو انقلابي تنظيمي طاقت بڻجڻ وارو حدف حاصل ڪرڻ ۾ مصلحتن يا ڪمزورين جو شڪار پئي رهي آهي . پر باوجود انهن سمورين تنظيمي ڪمين ڪوتاهين ۽ ڪمزورين جي عوامي جدوجهد جي حوالي سان، سنڌ تي ٿيندڙ هر ٻاهرين حملي وقت سنڌين جو قومي پرجهلو ۽ هر اول مورچو پئي بڻجي پنهنجي وس وت آهر وڙهندي پئي رهي آهي . جيئي سنڌ هلچل تي سڄي تاريخ ۾ ڪيترن ئي رياستي آپريشنن باوجود جيئي سنڌ اڄ بہ سنڌ جي جهر جهنگ ۾ موجود آهي.

هِن وقت بہ جيئي سنڌ هلچل اندر جيئي سنڌ جي آزادي پسند پارٽين جو اتحاد موجود آهي پر اڳتي هلي جيئي سنڌ جي انهيءَ ئي مستقل مزاجيءَ سان وطن جي آزاديءَ جي ويڙهہ ۾ بيهي رهڻ واري عمل مان هِڪ ڏينهن اهڙي انقلابي تنظيم ۽ قومي آزاديءَ جي تنظيمن جو هِڪ طاقتور اتحاد بڻجي اُڀري ايندو ، جو پنهنجي وطن جون سڀ سرحدون سنڀالي وٺندو.

### (ت) جيئي سنڌ هلچل ( قومي تحريڪ ) جو انقلابي يا مُزاحمتي جدوجهد جو پاسو:

جهڙيءَ طرح سنڌ جي آزاديءَ جي هلچل جون پاڙون سنڌ جي هزارها سالا تاريخ ۾ کُتل آهن ، بلڪل ساڳي ئي طرح سنڌ جي آزاديءَ لاءِ گوريلا جنگ يا هٿياربند ويڙهہ جون پاڙون پڻ سنڌ جي هزارها سالا تاريخي تسلسل سان ڳنڍيل آهن. هونءَ تہ جيئي سنڌ جي سڄي تاريخ پڻ قومي مزاحمت ۽ ويڙهاند ٻڌيل رهي آهي ۽ جيئي سنڌ خود سنڌين جي مُزاحمتي جدوجهد ۽ چڪتاڻ جي پيدوار آهي. خاص ڪري جيئي سنڌ هلچل جي شروعاتي ڏينهن کان وٺي ئي سنڌ جي آزادي جي تحريڪ ۾ جيئي سنڌ جو هِڪڙو ويڙهو ڪيڊر موجود پئي رهيو آهي. جنهن ويڙهاڪ ڪيڊر باضابطا طور ڪنهن گوريلا تنظيم جي شڪل تہ نہ پئي ورتي پر پنهنجو ڳڏيل قومي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ طور هِڪ اظهارِ عمل وقت با بوقت ڪندو پئي آيو آهي. جيئي سنڌ اندر اهو ئي مزاحمتي ڪيڊر رياست کي اک ۾ ڪنڊي وانگر پئي چُڀندو رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو رياست بہ جيئي سنڌ جي ان ئي ويڙهاڪ مزاحمتي ڪيڊر کي چونڊي چونڊي ڪُچليندي ۽ ماريندي آئي آهي. پر مزاحمت چاڪاڻ تہ جيئي سنڌ جي فڪر ، روح ۽ دل ۾ هميشہ کان زندهہ ۽ موجود پئي رهي آهي ، انڪري مزاحمتي ڪيڊر پڻ هميشہ ان مان وري وري جنم وٺي وڙهندو پئي آيو آهي.

جيئي سنڌ هلچل ۾ موجود مزاحمتي جدوجهدن کي پڻ ڪيترن ئي الڳ الڳ دورن ۾ ورهائي سگهون ٿا؛

هتي ڪنهن به هِڪڙي دور جي اڳواڻن يا انهن جي اڳواڻيءَ ۾ نهندڙ انڊر گرائونڊ مزاحمتي تنظيمن جي نهڻ تي الڳ الڳ ڪري لکڻ بجاءِ ، انهن جو مختصر مجموعي طور جائزو ونون ٿا؛

ڪابہ فِڪري يا سياسي جدوجهد هَلي هَلي هِڪ اهڙي دور ۾ داخل ٿيندي آهي، جتي اُها تنظيمي تقاضائن ۾ تبديل ٿيڻ جي گُهر ڪندي آهي ۽ ڪابہ انقلابي تنظيم نهي جُڙي راس ٿيڻ ڪانپوءَ اُن انقلاب کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ سياسي جدوجهد سان گڏوگڏ مزاحمتي جدوجهد جي پڻ تقاضا ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. اهي سڀ انقلابي جدوجهد جا ڏاڪا هڪبئي سان ترتيبوار ۽ مرحليوار ڳنڍيل هوندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو رياست جيئي سنڌ هلچل کي منظم انقلابي تنظيم ۾ تبديل ٿيڻ کان پهرين ئي پنهنجي هٿڪنڊن جي ذريعي منتشر ۽ ٽڙ پکڙ پئي ڪندي رهي آهي. جو تہ رياست دنيا جي سمورن قومي انقلابن کي سامهون رکي بخوبي سمجهي ٿي تہ جيئي سنڌ جڏهن بہ منظم تنظيم م تبديل ٿي وئي تہ هيءَ اسان سان وڙهندي. ان ڪان اڳ ئي ان کي ڪُچلي ختم ڪري ڇڏجي يا ان جي اڳواڻن کي ڊيجاري ، هيسائي ، ياڙيو، بزدل ۽ ويڪائو بڻائي جيئي سنڌ مان قومي مزاحمت ۽ وڙهڻ وارو اهو ڏَنگ ئي ڪڍي ڇڏجي. هِڪ طرف رياست جيئي سنڌ اندر ائين ئي سرجيڪل آپريشن ڪري جيئي سنڌ جي مزاحمتي ڪيڊر کي ڪُچليندي آئي آهي تہ ٻئي طرف وري 1980ع جي ڏهاڪي کان وني 2012 ۽ 2013ع تائين جيئي سنڌ اندر جيڪي ٿوريون گهڻيون مزاحمتي صفبنديون ٿيون تہ انهن جي نام نهاد گوريلا اڳواڻن پڻ پنهنجي موقعي پرستي ۽ ياڙيائپ جي ڪري مزاحمتي جدوجهد سان ويساهہ گهاتيون ڪري، ڪاپاري ڌڪ رسائي مزاحمتي ميدان ڇڏي ڀاڄ پئي ڪاڏي آهي. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جي مزاحمت بار بار ڏِڇڪا ڪائي سڄو مزاحمتي ڪيڊر وجائي، پنهنجي ليڊرن جي ياڙيائپ ۽ موقعي پرستين جي ڪري ڪُچلجندي پئي رهي آهي.

جيئي سنڌ هلچل جي جديد مزاحمتي جدوجهد ۾ مزاحمتي ڪيڊر ٽن حصن ۾ ورهائجي ويو؛

هِڪ: انهن مان هِڪ وڏو مزاحمتي ڪيڊر جيڪو وطن جي آزاديءَ لاءَ پنهنجي پوري سچائيءَ سان وڙهندي شهيد ٿي ويو ۽ انهن مان وڏو عدد پاڪستاني فوج جي ٽارچر سيلن جو سينگار (مسنگ پرسن) بڻيل رهيو.

ٻيو ؛ موقعي پرست مزاحمتي ڪيڊر يا خاص ڪري ان جي قيادت فکري ۽ اسٽريٽجي جي حوالي سان سرينڊر ڪري ميدان ڇڏي جنگ مان ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ...!

ٽيون: اُن جديد مزاحمتي ڪيڊر جو ٽيون حصو اڄ بہ وطن جي آزاديءَ لاءِ پنهنجي اَيري سَيري حال تي گوريلا جنگ جاري رکيون اچي ٿو ، جيڪو هِن وقت سنڌ ۾ سنڌوديش رووليوشنري آرمي (ايس آر اي) ۽ ان جي اڳواڻ سائين اصغر شاهہ ۽ سندس ساٿين جي قيادت ۾ ثابت قدميءَ سان موجود ۽ منظم آهي. سنڌ جي قومي تحريڪ دُشمن جي هَزارين هَلائن ۽ حملن سان وڙهندي ۽ رِڙهندي اڳتي وڌي آهي. جنگ وڏي ۽ ڊگهي آهي ، هِن کي استقامت ، مُستقل مزاجي ، سنجيدگي ، سياسي ۽ جنگي حڪمت عملين سان اڳتي وني وڃي پنهنجي منزل تي پهچائي سگهجي ٿو . آخري فتح يقيناً وطن واسين جي ئي ٿيڻي آهي.

# سنڌ جو قومي هيرو ۽ شهيدِ اول راجا ڏاهر بِن ڇَچ (برهمڻ گهراڻو سنڌ)

## سائين جي.ايم سيد

سورهيه مرين  سوپ ڪي، ته دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڍال مر ڍار،
مٿان تيغ ترار، مار ته متارو ٿئين ....(شاهه)

سرزمين سنڌ دنيا جي قديم مهذب متمدن ملڪن مان هڪ آهي، ان دنيا جي عام دستورن موجب گهڻا لاها چاڙها ڏٺا آهن، ان جي قديم عظمت جا نشان آمري، ڪوٽ ڏيجي ۽ موهن جي دڙن جي يادگارن ۾ اڃا تائين موجود آهن. ان تي ڪجهه وقت ملڪي حاڪمن جي حڪومت پئي رهي آهي ته ڪو وقت ڌارين جي قبضي هيٺ اچي ان ڪي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا آهن. ان جي تاريخ جي پوري طرح ڪوجنا نه ٿي سگهي آهي پر نزديڪ سنڌي تسلط جو دور راءِ سهاسي ۽ ڇچ گهراڻي حڪومت جو هو. ڇچ گهراڻي ڪي برهمڻ حڪومت به سڏين ٿا. ان گهراڻي جو آخري حاڪم راجا ڏاهر ڇچ جو ننڍو فرزند هو . راجا ڇچ 52هه مطابق 672 ع تي وفات ڪئي، ان بعد



راجا چندرسين سنڌ جو والي ٿيو، جنهن اٺ سال حڪومت هلائي 60هه مطابق 680 ع تي وفات ڪئي. ان ڪان پوءِ راجاڏاهر سنڌ جي حڪومت جي گادي تي وينو. جنهن نهايت دانشمندي همت ۽ خوش اسلوبي سان 32 سال حڪومت ڪئي، جنهن ڪان عرب بنو اميه سامراج جي سپه سالار حجاج بن يوسف ثقفي جي نياٽي محمد بن قاسم حڪومت ونئي سنڌ تي ڌاريو تسلط قائم ڪيو. راجا ڏاهر حڪومت جي واڳ وٺندي هڪ سال اندر چوطرف حڪومت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ قدم ڪنيا. سندس گادي جو شهر الور هو. اتان هن پهرين ايرندي سنڌ ڏي برهمڻ آباد ۾ اچي سندس ڀاءُ ڌرسين ڪي مڪاني حڪومت سپرد ڪري پوءِ مڪران طرف روانو ٿيو، جتي







مڪاني حاڪم سان لاڳاپا قائم ڪري موٽي الور آيو، اهڙي طرح هن سندس پيءُ راجا چچ جي ڏينهن واري ساري سلطنت تي ملتان سوڌو تسلط قائم ڪري ورتو.

سندس دور حڪومت ۾ سنڌ اندر مضبوط حڪومت قائم ڪئي ۽ امن امان رهيو، ان وقت عرب ۾ بني أميه گهراڻي جي حڪومت هئي، جن جي هڪ حاڪم يزيد بن معاويه رسول مقبول صلعم جي ڏوهٽي حضرت امام حسين عليه السلام کي شهيد ڪرائي، ان جو لاش گهوڙن کان چٿرائي سندس سر مبارڪ نيزي تي چاڙهي مهينن تائين ملڪن ۾ گهمارايو هو. امام حسين عليه جي فرزند ۽ خاندان جي عورتن کي قيد ڪرائي دمشق گهرايو هو. انهي گهراڻي عبدالله بن زبير کي حرم ڪعبه ۾ قتل ڪرايو هو، ان ڪانسواءِ ڪيئين ظلم ڪيا هئا. راجا ڏاهر جي ڏينهن ۾ انهي گهراڻي جو حاڪم عبدالملڪ بن مروان عرب جو بادشاه هو. ان جو سپہ سالار حجاج بن يوسف ثقفي وڏو ظالم قاتل ۽ بي رحم هو، جنهن اهل بيت رسول تي اڪيچار ظلم ڪيا هئا ۽ بي شمار مسلمانن جو سندس هٿان خون وهيو هو. انهن ڳالهين کان تاريخدان بخوبي واقف آهن. امام حسين عليه السلام جي شهادت کان پوءِ جي مڪاني ردعمل پيدا ٿيو ته ڪين سختي سان دٻائڻ بعد جڏهن بنو أميه گهراڻي جو تسلط ساري عرب تي ويهي ويو ته هن سندن سامراج

کي وڌائڻ لاءِ چوطرف حملا ڪرائڻ شروع ڪيا.

عربستان جو گهڻو حصو ريگستاني آهي، اتي جا رهاڪو سواءِ بن مڪيه شهرن مڪي ۽ مديني جي بدويانا زندگي گذاريندا هئا، ان ۾ رهندڙ قبيلا اڪثر پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. ان ڪري جنگجو يانا ذهنيت سندن سرشت ۾ سمايل هئي. اتي جا رهاڪو گهڻو ڪري قديم قبيلائي مذهبن جا پوئلگ هئا، جن جي خدائن جا بت ڪعبي ۾ رکيل هئا پر ڪي م نجهائن ڪرستان ۽ يهودي هئا . ضرورياتِ زندگي لاءِ هو شام ۽ عراق سان قافلن ذريعي واپار ڪندا هئا.

رسول مقبول صلعم جي پيدا ٿيڻ کان اڳ به هنن مان روم ۽ ايران جي شهنشاهن طرفان جنگي لشڪر لاءِ ڀرتي ٿيندي هئي. هتي جي رهاڪن جو زيادهه تر گذران مال چارڻ تي هوندو هو. سندن زندگي اڪثر ڪري تنگ گذرندي هئي.

رسول مقبول جي پيدا ٿيڻ تي هنن کي نئين مذهب جي نالي ۾ متحد ڪري هڪ مرڪزي حڪومت هيٺ منظم ڪيو ويو، جنهن ڪري هنن جي طاقت ۽ حوصلو وڌي ويو. حضرت محمد رسول ڪريم صلعم جن جي رسالت جا به مقصد هئا، هڪ ماڻهن جي ذهني تربيت، نفسياتي اصلاح ۽ اخلاقي درستي جو هو. ٻيو امن امان رکڻ لاءِ ملڪي نظام ۽ ماڻهن جي گذراني مسئلن جي حل ڪرڻ جو

هو.

پيغمبر خدا جي موجودگي ۾ ٻئي ڪم خوش اسلوبي سان سرانجام ٿيندا رهيا. انهن جي انتقال کان پوءِ سندن پوئلڳ ٻن راين ۾ ورهائجي ويا. هڪڙن جو رايو هو ته مٿئين ذڪر ڪيل پهرين مقصد کي مذهب جو بنيادي متو سمجهي ترجيح ڏني ۽ ٻين جي راءِ هئي ته عرب جا ماڻهو اجا سندن بدويانا عادتون قبيلائي اختلاف پراڻا اعتقاد ۽ رسم ۽ رواج پوري طرح بدلائي نئين مذهب جي عقيدن ۽ دستورن سان مانوس نه ٿي سگهيا هئا. تاريخ ۾ پهريون دفعو انهن ۾ اتحاد ۽ مرڪزيت قائم ٿي هئي، جنهن جي قائم ڪرڻ ۾ طاقت جي استعمال جو گهڻو دخل هو. ان ڪري سڀ کان زيادهه توجه ٻئي مقصد جي سرانجامي طرف ڏيڻ گهرجي . پهرين جو واسطو مستقبل جي ڳالهين سان ٻئي جو حال سان هو، مستقبل جو مدار حال تي رهي ٿو، انڪري ٻئي گروهه کي ڪاميابي حاصل ٿي. عرب جا ماڻهو غريب هئا. انهن جي يڪمشت رکڻ ۾ قبائلي اختلافن کان سندن توجه هٽائي ٻئي طرف ڪرڻ لاءِ ٻي راءِ جي ماڻهن ضروري ڄاتو ته پر وارن آباد ۽ سرسبز ملڪن کي قبضي ۾ آڻي انهن جي سرمايي سان هتي جي رهاڪن جي گذران جو انتظام ڪجي. نئين مذهب انهن ۾ اتحاد ۽ جذبہ جنگ پيدا ڪيو هو، ان ڪانسواءِ ٻين سرسبز ملڪن جي ملڪيت ۽ پيٽ گذران لاءِ هٿ ڪرڻ جي خيال منجهن ٻاهرين ملڪن فتح ڪرڻ جي خواهش پيدا ڪئي. حضرت عمر رضہ جي ڏينهن ۾ پر وارا سڪيا ملڪ شام، عراق، مصر ۽ ايران فتح ٿي چڪا هئا. انهن فتحن عرب جي تنگدست ماڻهن کي سکيو هڪ طرف بنايو ته ٻئي طرف هنن جي جنگي قوت ، قومي وقار ۽ عزت جو ڏاڪو ويهاري چڙهيو. پهرين ٻن خليفن جي ڏينهن ۾ کي اخلاقي معيار ۽ رسول مقبول صلعم جي روايات قائم رکڻ جي ڪوشش ٿي، ليڪن ملڪ ۾ ناراضگي ايتري وڌي جو ان مان هڪ خليفو قتل ٿي ويو. پئسا ملڪيت ۽ گذر جي فراواني جيڪڏهن زندگي کي س[illegible]هل بنائڻ ۾ مدد ڪن ٿيون ته انهن جي ڪري کي خرابيون به پيدا ٿيڻ جو نتيجو اهو نڪتو تہ حضرت علي عليه السلام جي شهادت کان پوءِ قبيلائي اختلافن ۽ اقتدار جي حصول عربن ۾ خانہ جنگي پيدا ڪري ڇڏي، نيٺ بني اميه خاندان ٻين سيني گروهن کي زور سان دٻائي سموري طاقت جو مالڪ بڻجي ويو.

شيخ سعدي عليه الرحمة چيو آهي ته

"هفت اقليم سر بگيرد بادشاه هم جنان دربند اقليم دگر،
نيم نان نسن گر خورد مرد خدا بزدل درويشان كنديم دگر...

[معنيٰ : بادشاهه جي ستن ملڪن فتحن ڪرڻ بعد به طمع ج[illegible]هڪي نٽي ٿئي ، ۽

وڏيڪ لاء ڪوشش ڪري ٿو ليڪن درويش هڪ ماني، مان اڏ ڪائي اڏ ٻئي لاء بچائي رکي ٿو. ]

عبدالملڪ جي ڏينهن ۾ خانہ جنگي گهٽ ٿي اندروني انتظام درست ٿيڻ بعد هن بنو أميه سامراج کي وڌائڻ لاء رٿون رٿيون. نالو اسلام جو هو مقصد ملڪ فتح ڪرڻ ، ڦرلٽ ڪري ملڪيت هٿ ڪرڻ جو هو. مسلم تاريخدانن جو چوڻ آهي ته رسول مقبول کان پوء خلافت به اسلامي حڪومت ڪانه ٿي آهي پر ڪن جو چوڻ آهي تہ خلفاء راشدين جي ڏينهن ۾ ٿورو گهڻو رسول مقبول جي روايتن کي خيال ۾ رکيو ويندو هو. ان کان پوء حڪومتون اسلامي نه رهيون بلڪ نالي ۾سلطان بادشاهن جي هٿن ۾ پئي رهيون، جن سندن شخصي قبيلائي گروهي مفادن لاء پئي حڪومتن کي هلايو . عبد الملڪ جي دور ۾ ان پوئين گروه جي مفاد خاطر حڪومت هلي رهي هئي. تاريخدانن کي پتو آهي ته سندس سپه سالار حجاج بن يوسف جي ظلم ۽ قتل عام ڪيا، تن کان مسلمان ته هڪ طرف ليڪن شيطان به هوند شرمائجي وڃي. ان لاء هڪ مثال ڪافي ٿيندو ته هڪ دفعي جمعي نماز تي ڪوفي جي جامع مسجد ۾ هزارها ماڻهو نماز پڙهڻ لاء آيل هئا، جن ۾ حافظ قرآن درويش اهل بيت سڀ حاضر هئا. اتي خطبو ڏيندي حجاج بن يوسف ظاهر ڪيو ته اڄ آئون فصل پڪل ڏسي لڻڻ چاهيان ٿو. ان کان پوء، مسجد ۾ قتل عام جو حڪم ڏنائين، جن ۾ هزارها مسلمان قتل ٿي ويا. سندس انتقال وقت هڪ لک کان وڏيڪ ماڻهن کي خراب حالت ۾ جيل ۾ ڏنو ويو. وڏيڪ ستم ظريفي اها هئي ته بنا سبب بين ملڪن تي حملا ڪري ڦر لٽ مان مال هٿ ڪرڻ آزاد ماڻهن کي غلام ۽ ٻانهيون ٻڻائي انهن جي وڪري ڪرڻ کي اسلام جو ڪارنامو ظاهر ڪيو ويو.

انهيَ بادشاه جي ڏينهن ۾ عربن جون جدا جدا فوجون ٽن طرف ملڪن جي فتح ڪرڻ لاِ موڪليون ويون .

هڪ فوج جا موسىٰ اشعري جي هٿ هيٺ مغرب طرف موڪلي وئي، جنهن اسپين تائين فتحون ڪيون. اتر طرف قتبيا بن مسلم جي هٿ هيٺ فوجون موڪليون ويون، جن سمرقند ۽ بخارا فتح ڪيا ۽ اوڀر طرف حجاج بن يوسف پنهنجي نياٽي محمد بن قاسم جي هٿ هيٺ سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ فوج موڪلي ان کان اڳ به سنڌ تي فتح ڪرڻ لاءِ چوڏنهن ناڪام حملا ڪيا ويا.

جڏهن محمد بن قاسم جي فوج سنڌ فتح ڪرڻ لاء آئي ته راجا ڏاهر جي فوج نهايت جوان مردي سان سنڌ جي حفاظت ناموس ۽ عزت لاء لڙي پر جنگ ۾ راجا ڏاهر قتل ٿي ويو ۽ ملڪ تي عربن جو قبضو ٿي ويو، ان ۾ عربن کي ڪروڙها روپين جي ملڪيت هٿ آئي ۽ ڪئين هزار سنڌي مردن ۽ عورتن کي غلام بنائي،

عرب ۾ وڃي وڪرو ڪيائون. هاڻي سوال اٿندو ته عربن جي ان فتح کي جائزء اسلامي فتح شمار ڪجي يا عرب بادشاهن جي سامراجي جذبي هيٺ غاصبانہ ، غير اسلامي ملڪ گيري جي حوس سمجهيو وڃي؟ أن مسئلي کي پوري طرح سمجهڻ لاء ضروري آهي ته اسان مسلمانن جي ٻن جدا راين کي پيش ڪريون ٿا:
هڪ گروهه جو چوڻ آهي ته اسلام ماڻهن وچ ۾ مذهبن ،نسلن، قومن ۽ رنگن جي نالي ۾ ڪيل ديوارن کي ڊاهي انسان ذات ۾ اتحاد، امن، فلاح ۽ بهبودي پکيڙڻ لاء آيو هو. اهو دينِ فطرت هو جنهنجو ابتدا کان سيني پيغمبرن پيغام ڏنو هو، اهو نئون دين ڪو نه هو. بلڪ ان مطابق سيني مختلف مذهبن جي ظاهري ڪثرت پويان بنيادي وحدت سمايل هئي. اهڙي تعليم جو فروغ ، صحيح سمجهاڻي اخلاقي د□رستي به نفسياتي اصلاح ذريعي تاليف قلوب رواداري به باهمي گفتگو وسيلي ٿيڻ وارو هو. تشدد نفرت، نفاق خود مطلبي أن جي راهه ۾ رڪاوٽون هيون. دين جي معاملي ۾ زور زبردستي ناجائز هئي. پيغمبر خدا رحمة العالمين ٿي آيل هو. هو غلامن کي آزاد ڪرائڻ، ڦرلٽ بند ڪرائي انصاف جو دور قائم ڪرڻ دنيا ۾ امن لاء آيل هو ۽ نه أنهن ڪمن جي مروج ڪرڻ لاء جي پوء ڪن ماڻهن اسلام جي نالي ۾ ڌارين ملڪن کي غلام بنائڻ، ڦرلٽ ڪرڻ آزاد ماڻهن کي غلام بنائڻ لاء ڪيا هئا.

ٻئي گروهه جو چوڻ هو ته اسلام هڪ نئون مڪمل عالمگير دين ٿي آيل هو، أن جي اچڻ بعد ٻيا سڀ دين رد ٿي ويا هئا. هن نئين دين جا مکيه متا توحيد، نماز، حج، زڪوات، روزا هئا. انهن متن ۽ أن دين جي شريعت (دستورالعمل) کي زوري دنيا ۾ ماڻهن مٿان مسلط ڪرڻو هو، جنهن عمل کي جهاد جي نالي سان سڏيائون ٿي . أن ٻين ملڪن تي چڙهائي ڪري خونريزي ڪري، أن تي قبضو ڪرڻ، ڦرلٽ ڪرڻ ، مردن ۽عورتن کي غلام ڪري ٻڪرين وانگر وڪڻڻ وغيره جهڙن ڪمن کي جائز ڄاتو ٿي. انهن ٻن گروهن مان پوئين جي عقيدن ۽ ڪارگذارين کي ڏسي غير مسلم عالمن ۽ تاريخدانن اسلام کي ڌاڪن، لٽيرن، عيش پرستن جو مذهب ظاهر ڪيو ٿي. هنن جو چوڻ هو ته ماڻهو ان ۾ تلوار جي آڌار تي زور زبردستي سان داخل ٿيا هئا نه ته ان ۾ ڪهڙي سني ڳالهه هئي جو اهڙي مذهب ۾ شامل ٿين ها؟ ن قسم جي غلط فهمين کي د□ور ڪرڻ لاء مسلم عالمن ۽ درويشن ظاهر ڪئي ته صحيح اسلام اهو آهي، جو پهرئين گروهه ٿي ظاهر ڪيو. پوئين دور ۾ سر سيد احمد خان ۽ خواجہ ڪمال الدين جا ڏنل جواب پڙهڻ جي لائق آهن. سندن چوڻ هو ته اسلام جو فروغ تلوار ۽ تشدد جي ذريعي ڪونه ٿيو هو، پر تاليف قلوب جي بهترين اصولن ڪري أهو ماڻهن قبول ڪيو هو . مسلمان حاڪمن طرفان جي ملڪ گيري ڦرلٽ ۽ ٻيا ظلم ڪيا

هئا . أنهن جو اسلام سان ڪو به تعلق ڪونه هو. ملا جي اسلامي تشريح صحيح نه هئي، اجا تائين مسلمان ساڳي طرح ٻن راين ۾ ورهايل آهن: جن مان هڪ ڪي ملا جو گروهه ۽ ٻئي ڪي درويشن جو گروهه سڏجي ٿو . اسان جو واسطو درويشن جي گروهه سان آهي، تنهنڪري محمد بن قاسم جي ڪارنامن ڪي اسلام سان واسطو رکندڙ تسليم نٿا ڪريون، نه ان کي غازي نه اسلام جو علمبردار سڏڻ لاء تيار آهيون. بلڪ أن ڪي غاصب، سنڌين جي آزادي، عصمت، مال ملڪيت جو دشمن ۽ لٽيرو سمجهون ٿا. هن ڪي أن گروهه جو فرد سمجهون ٿا، جنهن نہ صرف سنڌ جي مردن ۽ عورتن ڪي غلام ڪري وڪيو ۽ ملڪيت ڦري ملڪ تي زوري قبضو ڪيو پر اهلبيت رسول جو دشمن عياش اسلام جي بنيادي اصولن جي خلاف ۽ مسمانن جو قتل عام ڪرائيندڙ هو.

اسان رسول مقبول صلعم ڪي رحمة العالمين سمجهون ٿا، انهن جا ہہ قول اسان جي ڪنن ۾ اجا تائين گونجي رهيا آهن ته "حب الوطن من الايمان" وطن جي محبت ايمان جو جز آهي ٻيو ته "سنڌ جي طرف کان ڪين ٿڌي هير ٿي لڳي". ڇا ان تعليم جي هوندي اسان سنڌ جي محبت ڪي جائز نهرائيندي أن تي ڌارين جي تسلط ۽ تيل ظلمن ڪي جائز قرار ڏيئي سگهون ٿا! اسان ان راء جا آهيون ته هر ماڻهوَ لاء وطن جي حب لازمي آهي، جيڪو وطن دوست نه آهي سو بي ايمان آهي، ايمان کان سواء صحيح مسلمان ئي نه ٿي سگهبو. سنڌ پنجن هزارن ورهين کان تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز رهي آهي. رسول مقبول جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ هڪ به مسلمان ڪونه هو، بلڪ سڀ ماڻهو هندو ۽ ٻڌ هئا پوء به سندن اظهار ته ان مان ڪين ٿڌي هير ٿي آئي. ڪا ته معنيٰ رکندڙ آهي، اهڙي حالت هيٺ اسان ڪهڙي طرح أن ملڪ جي ماڻهن تي زوري، قبضو ڪري انهن جي آزادي سلب ڪرڻ، اتي جي مردن ۽ عورتن ڪي غلام بنائڻ، ڪروڙها روپين جي ملڪيت ڪي لٽي ٻاهر ڪيڻ جي ڪم ڪي صحيح اسلام مطابق جائز سمجهي سگهون ٿا.

جيڪڏهن ڪي ماڻهو سندس اهڙن ڪمن ڪي عين اسلام سمجهن ته مرضي جا مالڪ آهن. هر ڪنهن ڪي سندن راء جو حق آهي، آخر ڪي اهڙا ماڻهو به هئا ۽ اجا تائين آهن جي امام حسين ڪي ناحق تي ۽ يزيد ڪي حق تي سمجهن ٿا.

اهي ماڻهو يزيد ، انهي گهراڻي جي هر ڪاروائي ڪي عين اسلام سمجهن ٿا . ان گروهه ۾ نه صرف ان زماني جا عالم ۽ حافظ قرآن شامل هئا پر اڄ ڪلهه به ڪئين ماڻهو ملي سگهن ٿا.

ڪين اهڙي راء رکڻ جو هر ڪو حق آهي، ليڪن اسان ڪي به پنهنجي راء رکڻ جو اهڙوئي حق ملڻ گهرجي، جهڙو هنن ڪي ڏيڻ گهرو ٿا. اسان محمد بن قاسم جي حملي ڪي صحيح اسلامي

تشريح جي خلاف ۽ غاصبانا سمجهون ٿا. سنڌ ۾ اجا تائين هزارها ماڻهو آهن جي پاڻ کي ڏاهري سڏائڻ ۾ عيب نٿا سمجهن. سنڌ جو جي عالم ۽ بزرگ مولانا ابوالحسن به ڏاهري سڏائڻ ۾ عرب نه سمجهندو هو، اسان کي اعتراض نه آهي. سنڌ ۾ محمد بن قاسم گروهه جا طرفدار ڀلي پاڻ کي يزيدي سڏائين، ماڻهو نطفي مان پيدا ٿئي ٿو، جو رت مان جڙي ٿو ,رت کاڌي مان ٺهي ٿو ، کاڌو ، اناج ، ڀاڄين ۽ گوشت مان ٺهي ٿو . اهي سڀ سڌي، يا اڻ سڌي، طرح ملڪي زمين ۽ پاڻي، جي پيدائش آهن.

مثال طور کڻي ڏسندا تہ هڪ اَن جي داڻي زمين ۾پوکڻ بعد سوها داڻا پيدا ٿين ٿا، جي مٽي پاڻي مان ٺهن ٿا، تنهن ڪري هر شيءِ ملڪ جي مٽي پاڻي مان پيدا ٿئي ٿي. هر ماڻهو جو حقيقي ماءِ پيءُ آهن، قرآن شريف به شاهدي ڏئي ٿو ته "ولقد خلقنا الانسان من سلالة من طين " معنيٰ تحقيق اسان ماڻهن کي مٽي جي جوهر مان پيدا ڪيوآهي. انهي نقط نگاهه کان جو ماڻهو وطن سان وفادار نه آهي، سو حلالي ٻار نه آهي انهي کي مدنظر رکندي. آءِ راجا ڏاهر کي سنڌ جي آزادي ، عزت ۽ ناموس لاءِ لڙي سر ڏيندڙ شهيد اول سڏڻ کان نٿو ڇرڪان، ڀوءِ ڀلي ڪن، يزيدي گروهه جي طرفدارن کي مرچون لڳن. اهڙن ماڻهن جي دشمني کان امام حسين عليه السلام نبي صلعم جو ڏوهٽو بہ نہ بچي سگهيو آهي.

راجا ڏاهر 92 هجري مطابق 712 ع تي سنڌ خاطر لڙي شهيد ٿيو . هر سنڌي کي ان جي ڪارنامن تي فخر هئڻ گهرجي، اَن لاءِ اڄ ڪيس سنڌ لاءِ سر ڏيندڙ سورهين جي قطار ۾ پهريون هيرو شمار ڪريان ٿو.

ان ڪان پوءِ سنڌ 340 ورهيه غيرن جي غلامي هيٺ رهي جيستائين وڃي، سنڌ جي هڪ سومري گهراڻي 1051 ع ۾ وري سنڌ ۾ خالص سنڌي حڪومت قائم ڪئي.

ڀڳو آءِ نه ڇوان، ماريو تہ وسهان ،
ڪانڌ منهن ۾ ڌڪڙا، سيڪيندي سونهان،
ته پڻ لڄ مران، جي هونس پٺ ۾ .... (شاهه)

# ويٽنامي انقلابي گوريلاتنظيم نيشنل لبريشن فرنٽ (اين ايل ايف)

## ترجمو: ڪوهيار چانڊيو

پئسفڪ سمنڊ جي گهري نيري پاڻيَ جي ڪناري تي ايشا جا ڪيترائي خوبصورت ۽ سرسبز ملڪ آهن. جتي چين جي ڏکڻ ۾ ويٽنام نالي هڪ ننڍڙو ملڪ به آهي جنهن جي ايراضي 126,000 چورس ميل آهي ۽ اڀرندي ساحل تي 1,200 ميل ڊگهو آهي, هن جو وڏو درياهہ ميڪونگ 2500 ميل ڊگهو آهي, هن جي علائقي "سائگون"جي چوڌاري ميڪونگ نديءَ جو ڊيلٽا آهي. جبلن جو هڪ ڊگهو سلسلو به ميڪونگ ندي ۽ ساحل جي وچ ۾ آهي. هن علائقي ۾ ڏکڻ-اولهه ۽ اتر-اوڀر مون سون جي ڪري گهٽي برسات گهٽي پڻ پوندي آهي ۽ ويٽنام جو 4/5 حصو جبلن تي مشتمل آهي ۽ ان جو 34 سيڪڙو علائقو گهاٽن ٻيلن تي مشتمل آهي.



ويٽنام هزارين سالن تائين چين جهڙي وڏي طاقتور ملڪ جو پاڙيسري رهيوآهي انڪري اُن جي ثقافت ۽ تصورن تي چيني ثقافت روايتن جو تمام گهڻو اثر رهيو آهي. پراڻي زماني ۾ گهڻو ڪري چين جي شهنشاهيت ويٽنام تي قبضو ڪندي رهي آهي ۽ اڪثر ڪري هن ننڍڙي ملڪ پنهنجي قومي آزاديءَ جو جهنڊو بلند ڪري قابض ملڪن خلاف مزاحمت ڪري چيلينج ڪيوآهي ۽ ويٽنامي قوم صدين تائين پنهنجي وطن جي آزاديءَ لاءِ وڙهندي رهي آهي ,ويٽنامي تاريخ آزادي جي عشق جي تاريخ آهي. ويهين صديءَ جي آخر ۾، ويٽنام يورپ جي هڪ نئين سرمائيدار سامراجي ملڪ فرانس ۽ بعد ۾ آمريڪا جي ظلمن هيٺ اچي ويو، ۽ پنهنجي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ۽ جنگ جاري رکي، جڏهن 20 صديءَ ۾ ٻي عالمي جنگ جو خاتمو ٿيو ته، اوچن جبلن,گهاٽن ٻيلن ۽ سرسبز وادين واري هن ملڪ ڊگهي جنگ ذريعي ٻن وڏن سگهارن سرمائيدار سامراجي ملڪن فرانس ۽ آمريڪا سان وڙهي ڪين شڪست ڏني. فرانس اهو ملڪ آهي جيڪو پاڻ کي انقلاب جو چيمپئن سڏائيندو آهي ، روسو، والٽيئر، وڪٽر هيوگو، انا، سارتر، زولا جو ملڪ آهي ۽ آمريڪا دنيا آڏو جيڪو تصور پيش ڪندو آهي ته ، ”حڪومت عوام طرفان، عوام لاءِ“ اهو ڪوڙ ثابت ٿيو آهي. ويٽنامين ڪيترن ئي محاذن تي جيڪا ڊگهي جنگ وڙهي آهي اها هنن پنهنجي قومپرست ڪامريڊن جي جوڙيل هڪ گوريلا تنظيم ”نيشنل لبريشن فرنٽ“ جي اڳواڻي ۾ وڙهي ۽ ڪامياب انقلاب آندو.

اڇو ته ان تي ڪجهه نظر وجهون.

1960ع ۾ نيشنل لبريشن فرنٽ قائم ڪئي وئي ته جيئن ڏکڻ ويٽنام جي نوآبادياتي "ديم حڪومت" ۽ ڌاريي فرانسيسي ۽ آمريڪي سامراج خلاف هٿياربند سياسي جدوجهد ۽ ويڙهه شروع ڪري سگهجي . اهو ويڙهه وارو محاذ ڏاکڻ علائقن جي شهرن، ڳوٺن ۽ ٻيلن ۾ تيزيءَ سان پکڙجي ويو. نيشنل لبريشن فرنٽ فيبروري 1962ع ۾ 100 نمائندن جي ڪانگريس منعقد ڪئي. انهن نمائندن جو تعلق زندگي جي مختلف شعبن سان هو جنهن ۾ انجنئير ,ڊاڪٽر, استاد ۽ ڏاها دانشور به شامل هئا.هن ڪانگريس ۾ "سائگون" علائقي جي رهائشي هڪ قومپرست وڪيل "نگوين هوٿو" کي صدر چونڊيو ويو جنهن کي "ديم سرڪار" ڪيترائي ڀيرا گرفتار ڪيو هو. ان محاذ سڀني محب وطن ماڻهن کي هڪ پليٽ فارم تي متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ڇاڪاڻ ته وطن جي آزاديءَ جي هيءَ جنگ قومي جنگ هئي. چونڊيل صدر وڏي محنت ۽ همت سان پنهنجي تنظيم کي وڌايو ۽اڪثر سياسي پارٽيون لبريشن فرنٽ ۾ شامل ٿي ويون. هن اهڙو پروگرام پيش ڪيو جنهن ۾ سماج جي سڀني طبقن، گروهن، قوميتن ۽ پارٽين جي حقن جو تحفظ ڪيو ويو.



هن جو خيال هو ته انقلاب لاءِ سياسي طاقت حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي. هن آمريڪي سامراج جي قائم ڪيل "ديم حڪومت "کي ختم ڪري قومي جمهوري اتحاد جي حڪومت قائم ڪرڻ چاهيو پئي. ڪنهن به نوآبادياتي زرعي ملڪ ۾، هاري هر انقلاب ۾ مرڪزي ڪردار ادا ڪندا آهن انڪري نيشنل لبريشن فرنٽ قومي معيشت ۾ انقلابي تبديلي جو پروگرام پيش ڪيو ۽ هن وڏن وڏن زميندارن کان زمينون واپس وٺي ضبط ڪري بي زمين هارين ۾ ورهائڻ ۽ زرعي زمينن جا ٽئڪس گهٽائڻ جي حمايت ڪئي. هنن ڳوٺن ۾ هارين کي منظم ڪيو ۽ مزدورن جي بنيادي حقن جي ڀرپور حمايت ڪئي. هنن آمريڪي سامراج مخالف پارٽين سان مضبوط تعلقات قائم ڪرڻ پئي چاهيو . جيتوڻيڪ اهي فرنٽ جي سياسي پروگرام سان مڪمل طور تي متفق نه هيون، پر لبريشن فرنٽ جي راءِ هئي ته اهي وڏي اهميت رکن ٿيون ۽ هي ڳالهه به اهم هئي ته مالدار طبقو زميناداري نظام جو مخالف هو ۽ جڏهن هن مالدار طبقي کي قومپرستن جي طاقت جو احساس ٿيندو ته اهو طبقو لبريشن فرنٽ جي حمايت ڪندو ۽ هي طبقو ملڪ ۾ صنعت ۽ هنر جي قيام لاءِ پڻ تمام ضروري آهي.

ان وقت سياسي محاذ تي، لبريشن فرنٽ آمريڪا ۽ ان جي قائم ڪيل ڏکڻ ويٽنامي حڪومت خلاف

ريليون، جلوس ۽ هڙتالون به ڪندو رهيو. شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ماڻهو آمريڪي بمباري ۽ فوجين جي تشدد خلاف احتجاج ڪري رهيا هئا.
NLF جا آزاد علائقا. . . .
مزاحمتي ويڙهه وڙهڻ ڪانپوء فرنٽ هڪ وڏي علائقي تي مڪمل ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو هو. هن علائقي جي زمين زرخيز ۽ گنجان آبادي هئي. هي علائقو وڏي ويڙهاڪ گوريلن لاء فوجي لحاظ کان وڏي هميت رکندڙ هئو. انهن جابلو علائقن ۾ داخل ٿيڻ تمام ڏکيو هو.

ان ڪري اها لبريشن آرمي لاءِ محفوظ پناهه گاهه هئي، جتي ڪين آرام سان تربيت ملي سگهي هئي، انقلابي فوج هن علائقي مان محفوظ طريقي سان حملو ڪري سگهندي هئي ۽ پوءِ واپس موٽي ۽ پنهنجي ٺڪاڻن تي پهچي مڪمل پناهه حاصل ڪري سگهندي هئي. اهي علائقا اقتصادي لحاظ کان به اهم هئا,چو ته هنن علائقن جي زمين لال ڪافي، چانهه ۽ ڪنين جي پوک لاءِ موزون هئي. لبريشن فرنٽ جي سڀ کان وڏي طاقت انهن آزاد علائقن جي عوام جو انقلابي شعور هو. هتان جي ماڻهن ۾ هر ڏکيائي ڪي منهن ڏيڻ جي صلاحيت هئي,هتي جا هاري ڏاڍا محنتي ۽ بهادر هئا. "نيشنل لبريشن فرنٽ" منظم ٿي هنن آزاد علائقن ۾ تبديلي, تعمير ۽ ترقي لاءِ جدوجهد ڪئي. جيئن ته هنن 9 سالن تائين فرانسيسي سامراج خلاف مزاحمت جي جنگ وڙهي هئي، ان ڪري سياسي پارٽين ۽ عوام ان سخت جنگ دوران منظم ٿيڻ ۽ معاشي طور مستحڪم رهڻ سکي ورتو هو. حڪومت ۽ آمريڪي فوجن سان جنگ جي باوجود انهن آزاد ٿيل علائقن ۾ تجارتي، صنعتي ۽ زرعي سرگرميون جاري رهيون جن سان وڏيڪ ماڻهن کي روزگار مليو ۽ ماڻهن جون روزمرهه جون ضرورتون آساني سان پوريون ٿيڻ لڳيون. ملڪ ۾ جاري جنگ جي باوجود، لبريشن فرنٽ هزارين ڪاريگرن کي تربيت ڏني. فرنٽ جو خيال هو ته تعليم کي مضبوط بڻائڻ کان سواءِ نئين جمهوري، ترقي پسند تهذيب جو بنياد نه ٿو ٿي سگهي ان لاء هر ڳوٺ ۾ اسڪول قائم ڪيا ويا ۽ بالغن کي به تعليم ڏني وئي. لکين عورتن، مردن ۽ ٻارن لکڻ پڙهڻ سکي ورتو,بيشمار ڳوٺ هئا جتي جهالت جو خاتمو ٿيو,هر ڳوٺ ۾ عورتن جون ڪلينڪون ۽ ننڍيون اسپتالون ناهيون ويون, فرنٽ جي قيادت ۾ عوام کي آزادي، جمهوريت ۽ خوشحالي ملي.
هنن سڄي دنيا جي عوام ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌايو ۽ دنيا جي انهن ملڪن هنن جو ساٿ ڏنو جيڪي پرڏيهي سامراج خلاف جدوجهد ڪري رهيا هئا. انهن جا ڪيوبا، الجزائر، چين، انڊونيشيا ۽

---

## سائين جي.ايم سيد فرمايو:

## ”قومون، عقيدن ۽ نظرين تي جنم ناهن وٺنديون، پر وطن، زبان، تهذيب، جاگرافي حدن ۽ اقتصادي بنيادن تي ٺهنديون آهن“.

---

